# وڏا پڙهن - ٻار ٻڌن




وشنداس آسراڻي

شوپا پبليڪيشنس، بمبئي-٨١

**Spread the good word around...**

# here comes the beautiful new world of Beekay




KALBADEVI, BOMBAY-400002.
PHONE : 311631

Available at all leading stores.

شويا پبليڪيشنس - وشنداس آسراڻيءَ

جي

٢٩ شاندار ڀيٽ

# وڏا پڙهن - ٻار ٿڙن


Price Rs. 2/50 — قيمت ٢-٥٠ رپيا

Nov. 1978 — نومبر ١٩٧٨

وشنداس آسراڻي

شويا پبليڪيشنس

18/447 شهاڻي ڪالوني - ملند (ايسٽ)

بمبئي - ٤٠٠٠٨١.

# ٻه اکر ....

قريب ڏهه سال اڳ هڪ پستڪ، "ٻارن لاءِ ٽول - وڏن لاءِ وندر" شايع ڪيو هوم. پستڪ ٻارڪن کي پسند پيو هو. اهو ڪتاب شري لڇهرام ماٽا (پرنسيپال سنڌ ڪاسما پوليٽن هاءِ اسڪول چيمبور ۽ شڪارپور وارو منهنجو استاد صاحب) پڙهڻ بعد مونکي واڌايون موڪليون ۽ راءِ موڪليو ته هنڙي پستڪ کي انعام ملڻ گهرجي.

اهو ڪتاب سرڪاري چٽاڀيٽيءَ ۾ موڪليم، پر ٿوري ٽيڪنيڪل ڳالهه ڪري انعام ملڻ کان رهجي ويو. مون کي تنهن لاءِ ارمان نه آهي- ڇو ته مونکي فقط بزرگن ۽ ٻارڪن جي آسيس ۽ اتساهه کپي، اهي مون لاءِ وڏا انعام آهن. مون کي وشواس آهي ته هيءُ پستڪ وڏڪ پسند پوندو ۽ ٻارن لاءِ سکيا دائڪ ثابت ٿيندو. ٻار ڪتاب مان سکيا پرائي ضرور ترندا.

هيءُ جو هيڏي هڙ هڙ ڪريان ٿو اهو ان لاءِ جو پستڪ ٻارڪن کي پسند پون ٿا ۽ اشتهار ڏيندڙ قريب سان سهڪار ڏين ٿا. آسيس ڪريو ۽ سهڪار ڏيو ته سدا ۽ سستا پستڪ ڪڍائيندو رهان. ساهت سيوا ڪندو رهان.

سيوا ۾

وشنداس آسراڻي

ڀيٽ ڪريـــان ٿـــو

سڪ ۽ شرڌا سان

سنڌي سپوت، سماج سيوڪ ۽ ساهتيه پريمي

**شري لوڪومل منگهناڻيءَ**

( اسپيشل ايگزيڪيوٽو مئجسٽريٽ - مالڪ گارڊن هوٽل )

کـــي

سندس سادي رهڻي ۽ اوچ آدرش

ڀين ڏنـــوانـــن لاءِ

مـــثـــال ٻڻجن

هيرا لعل شل وڌن وسن

جئه هند — سنڌي.

**وشنداس آسراڻي**

# فهرست

صفحو

سيٺ کي ڏياري جون لک لک واڌايون




Telephone: Office: 370
Resi : 615

# M/s. Shankar Mahadev & Co.

## Builders & Contractors



SECTION 17,

ULHASNAGAR-3.

# مهاڳ



(پرنسپال ڪنهيالال ايم. ڦلرئيجا)

سندر ساهتيه ذريعي سنسار کي سرڳ بڻائي سگهجي ٿو. اُتم پستڪ انسان جا بهترين دوست ۽ لاثاني رهنما آهن. دوست اهو جو دک ۾ دلداري ڏئي. عمدا پستڪ انسان جا دک درد دور ڪن ٿا، ڪشٽ ۽ ڪليش ڪافور ڪن ٿا، سنساري سورن جي زخمن تي ٺارهيندڙ ملم لڳائين

ٿا، نا اميد ۽ نراش دل ۾ آشا، اميد، امنگ ۽ اُتساهه جا جذبا پيدا ڪن ٿا ۽ سڪ و سنيهه جو پيغام ڏئي سماج جو نئون نرماڻ ڪن ٿا. سندر ساهتيه سنسار ۾ وڌيڪ ورق ۽ وڪارن جون غلاظتون ڌوئي، سڪ، سنيه ۽ سونهن جي سرهاڻ ڦهلائي ٿو.

جو انسان اڄ دوست آهي سو سڀاڻي دشمن ٿي سگهي ٿو. انسان جي دوستيءَ جي وفاداري تي ڪهڙو اعتبار؟ پارسي جي هڪ شاعر چيو آهي:

”در اين دنيا ڪسي ياري نه ديدم،
اگر ديدم وفاداري نه ديدم.“

ارٿ. هن دنيا ۾ مون ڪوبه دوست نه ڏٺو جيڪڏهن ڪو دوست نظر آيو ته اُن ۾ دوستيءَ جي وفاداري نظر نه آئي.

انساني دوستي واريءَ جي ڪوٺ جيان بي بقا آهي. انسان اڄ دوستيءَ جي هام هڻندو ته سڀاڻي هو پٺيءَ ۾ ڇرو هڻندو. جيستائين توسان جواني، ڌن، عهدو ۽ اقبال نيڪ آهن، تيستائين تنهنجي چوڌاري ڪئي ڪانئو مجنون ڪوڙا قسم کڻي تنهنجي دوستيءَ جو پيا دم هڻندا ۽ تنهنجي ساراهه جون سرڪيون ڀريندا، پر جڏهن تنهنجي ستارن جو سورج لهڻ شروع ڪندو تڏهين هو ائين پوئان پير ڪندا، جيئن هارايل لشڪر ڀڄندو آهي. انساني دوستي،

جو هي حال آهي! پر سندر ساهتيہ ۾ اها تبديل نٿي اچي. سندر پستڪ جيڪڏهن اڄ بہ تنهنجا وفادار دوست آهن، تہ ٻہ چاليهہ سالن بعد، تنهنجي ٻڍاپي ۾ بہ اهي تنهنجا سچا سائي آهن. منجهن ساڳي سڪ جي سرهاڻ ۽ پيار جو پيغام رهندو.

ننڍو ٻار ۽ مڃ جو وار، جيڏانهن وري تيڏانهن ورائجس! ٻارن جي ڪچڙن ۽ ڪومل دلين تي ڪنهن بہ ڳالهہ جو جلد اثر ٿئي ٿو. ان ڪري سڀيت ۽ سڄاڻ مائٽن جو فرض آهي تہ پنهنجن ٻارن کي اهي پستڪ پڙهڻ لاءِ ڏين جي سڪ، سنيہ، سونهن، سيبھ، سادگي، سداچار، ساهس، سورمتا ۽ سچيائي جا سبق سيکارين

پستڪ پڙهڻ فقط ٻارن جو ڪم نہ آهي. جو ائين سمجهي تہ پستڪ فقط وديارٿي جيون تائين پڙهجن سو ڀليل آهي. هي سمورو سنسار اسڪول آهي، منش سڄي ڄمار وديارٿي آهي ۽ پرڪرتي سندس وديا گرو. عربيءَ ۾ بہ ساڳي سکيا ڏنل آهي:

اطلبو العلم من المهد إلي اللحد

اَرٿ: پينگهي کان وٺي موت تائين علم حاصل ڪندا رهو.

انسان کي قدرت جي ڪٽي ۽ فطرت جي اٽي اٽي مان سڄي ڄمار سبق سکڻو آهي. جيڪي انيوي انسان فطرت جي اٽي اٽي مان علم پرائي پنهنجو

آزمودو ڪتابن ۾ قلمبند ڪن ٿا، سي سماج سان وڏو وڙ ڪن ٿا. هر انسان جو فرض آهي تہ هو زندگي جي آخرين گهڙيءَ تائين پاڻ کي شاگرد سمجهي سکندو رهي.

”هيءَ دنيا انهيءَ درسگاهہ، جتي سڀ مرڻ تائين،
شاگرد ٿي سکندو رهي، متان ڪون اُستاد سڏائين“
(ٽالسٽاءِ)

علم اهو پرائجي جو هي دنيا ۽ هو دنيا ٻنهي سڌاري. سچي وديا اها آهي جا انسان جي اندر کي آئيني جيان اوجل ڪري. رگ ويد ۾ اُپديش ڏنل آهي تہ منش کي اها وديا پراپت ڪرڻ گهرجي جا هن کي پاڪ ۽ پوتر بڻائي:

पावका न सरस्वती

أرٿ: اسين اها وديا پراپت ڪريون جا اسان کي پوتر ڪري.

(رگ ويد ١-٣-١٠)

هڪ فيلسوف چيو آهي تہ جتي سٺا دوست آهن اتي سرڳ آهي. خراب دوستن سان گڏ جيڪڏهن ڪو ماڻهو سرڳ ۾ آهي تہ بہ اهو سرڳ بہ ان لاءِ نرڪ بڻجيو پوي. پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو سٺن دوستن سان گڏ نرڪ ۾ آهي تہ اهو نرڪ بہ هن لاءِ سرڳ سمان آهي. اهو ويچار سٺن پستڪن سان بہ لڳائي سگهجي ٿو. چيو تہ

مٿي ثابت ويو ڪيو آهي تہ اُتم پستڪ ئي بهترين دوست آهن. جنهن گهر ۾ اُتم پستڪن جو ابياس ٿئي ٿو سو گهر وئڪنٺ سمان آهي.

هاڻي سوال ٿو اٿي تہ اُتم ۽ عمدا پستڪ ڪهڙا ٿي سگهن ٿا. اُهي پستڪ جيڪي انسان ۾ انسانيت جا گڻ جهڙوڪ سيوا ۽ سادگي، سورمتا ۽ ساهس، سنيهہ ۽ سداچار، همدردي ۽ همنوائي، پريم ۽ پيار، اُلفت ۽ ايڪتا پيدا ڪن ۽ منش کي سندس منزل (موڪش) تي پهچائين سي اُي سرشٽ پستڪ آهن. اهي پستڪ جي انسان جي دل ۾ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اهنڪار، وير، ورود ۽ وڪار پيدا ڪن سي نندڻ جوڳہ آهي.

شري وشنداس آسراڻي جو هي پستڪ، ”وڏا پڙهن - پار ترن“ اُتم پستڪن مان هڪ آهي. شري آسراڻي سنڌي سماج لاءِ سنڌو سنڌي ساهتہ ڇپائي سنڌين جي شيوا ڪري رهيو آهي. شوڀا پبليڪيشن طرفان هن ڪان اڳہ هن اٺاويهہ پستڪ سنڌي ٻالڪن اڳيان پيش ڪيا آهن. هي پستڪ سندس اُڻٽيهين پيش آهي. هن مٿ بيشڪ ڪيرون لهڻيون.

هن پستڪ ۾ جدا جدا ليکڪن جا نصيحت آميز ليکہ ڇپيل آهن. گهڻا ليکہ شري آسراڻي جا ئي آهن. ڪي ليکہ زندگي جي حقيقي تجربن تي مبني آهن تہ

کي ڪلپنا (تصور) جي آڌار تي ٽڪيل آهن. ڪٿي ڏند ڪٿائون به ڏنل آهن جي تَرڪ، دليل ۽ منطق جي ڪسوٽيءَ تي شايد ڪريون ثابت نه ٿين پر انهن ڏند ڪٿائن ۾ به نصيحت سمايل آهي.

هن پستڪ پڙهڻ سان ننڍن هينئڙن تي ٿڌو ڇنڊو پوي ٿو، نراش ۽ نااميد دل ۾ آشا جو ترورو پيدا ٿئي ٿو ۽ ڪامياب زندگي بڻائڻ لاءِ سونهري اُپديش ملن ٿا: جهڙوڪ ايشور جي اِڇا تي سنتشٽ رهڻ، ڪرتويه ڪرڻ ۽ ڪرم جو ڦل ايشور تي ڇڏڻ، راکي رام نه ماري ڪون؟، جهڙو اَن تهڙو من، سرو شڪتيوان ايشور هر جاءِ حاضر آهي، جتي ايڪتا آهي اُتي لڪشمي واسو ڪري ٿي، جنجو ڀروسو ڀڳوان تي تن جو وار نه ونگو ڏيهن نه ڏنگو، پورهيو پرارٿنا سمان آهي، وديا ۽ محنت ادنيٰ کي اعليٰ بڻائي ٿي، شراب شيطان جو روپ آهي، سنگ تاري ڪسنگ ٻوڙي، ڀائرن جي ايڪتا نعمت آهي.

مونکي قوي اميد آهي ته سنڌي سماج هنن سداچاري پستڪن جو هڪ ڏينهن قدر ڪندي.

سنڌونگر — پرنسپال ڪنئيالال ايم. ڦلريجا

٢٢-١١-١٩٧٨ع — چاندي ٻائي ڪاليج آف آرٽس ڪامرس ۽ سائنس، الهاسنگر ٣ (بمبئي).

# امرت وچن

## دک سک



خراب ڪرمن جو ڦل
دک ڏيندو آهي.

خراب ۽ چڱن ڪرمن
جو ڦل دک ۽ سک ڏيندو
آهي.

سنسار ۾ انيڪ پرڪارن
جا دک ڏيندا آهن.

دک اچڻ سان ايشور کي
آرادنا ڪجي ۽ ان جي (سرڳواسي ڪشنچند لعلواڻي)
شرن ۾ اچڻ گهرجي. ۽ ائين وچار ڪرڻ گهرجي ته
هي ۽ به گذري ويندو.

گذريل ڳالهين کي ياد ڪرڻ سان وڌيڪ دک پراپت
ٿئي ٿو. ڪي پريوءَ جا پيارا ايشور کي پرارٿنا ڪندا
آهن ته "هي پريو تون اسان کي دک ڏئي ته جيئن اسين
هروقت توکي ياد پيا ڪريون."

هميشه دک ۾ ايشور ياد ايندو آهي.

ڪي پريوءَ جا پيارا وري ائين چوندا آهن ته
سائين اسان کي دک نه ڏيکار ڇاڪاڻ ته اسان ۾ دک سهڻ
جي شڪتي ڪانهي. انهن کي ائين ڪرڻ گهرجي ته
چڱا ڪرم ڪرڻ گهرجن پرڪرتيءَ جي نيم موجب دکن
پٺيان سک ضرور ايندا آهن (گره دشا موجب) چڱن
ڪرمن سان دکن جون ريکائون گهٽ ٿي وڃن ٿيون ۽ سکن
جون نشانيون نکرن ٿيون.

— ڪشن

# شوبا پبليڪيشن - وشنداس آسراڻي

## جا ڪتاب اوهان پڙهيا آهن؟

۱- سياڻو بيربل - وندرائيندڙ ڳالهيون. ۲- سنڌ جي پدمڻي - ولرن جون وارتائون. ۳. ٽهڪن جي ٽهوڙي. ۴- ٻارن لاءِ ٽول - وڏن لاءِ وندر. ۵- سياڻو بيربل - ۱۰۱ مذاقي ڳالهيون. ٦- سنڌ جي سينا سنڌي ورن جون وارتائون ۷- چرچن جي چٽڪي. ۸- ڪالجي شاستر - مذاقي مصالحو. ۹- سياڻي سس. ۱۰- سچ جي بيروي ۱۱- صحي زندگي ۱۲- پيءُ جا پٽ ڏي خط - سکيا جو ساگر ۱۳- وندرائيندڙ بيربل - بهلائيندڙ ٻاليون. ۱۴- سهاڳ جي صدقي. ۱۵- وندرائيندڙ بيربل - بهلائيندڙ ٻاليون (نيون ڳالهيون). ۱٦- ڪل جڳ جو خزانو ۱۷- تندرستي زندگي ۽ تندرستي اسپتال. ۱۸- ولائتي فقير جا ٽوٽڪا ۽ ٽهڪ. ۱۹- سنڌي وير ناريون. ۲۰- اڄ جي وارتائي - ناردمڻي جون وچتر وارتائون. ۲۱- بهادر بيربل - بهلائيندڙ ٻاليون (ڀاڱو پهريون). ۲۲- بهادر بيربل - بهلائيندڙ ٻاليون (ڀاڱو ٻيون). ۲۳- بهادر بيربل - بهلائيندڙ ٻاليون (ڀاڱو ٽيون - چوٿون). ۲۴- بهادر بيربل - بهلائيندڙ ٻاليون (ڀاڱو پنجون). ۲۵- بهادر بيربل - بهلائيندڙ ٻاليون (۶۰۰ صفحا). ۲٦- ڪلهن لاءِ خوراڪ - مشڪن لاءِ مصالحو. ۲۷- ناردمڻي - ولائتي فقير ۽ شيخ چلي جا ٽوٽڪا. ۲۸- واندڪائي لاءِ وندر - چوٻاري جا چهچٽا. ۲۹- وڏا پڙهن - ٻار ٻڌن.

# سنڌين لاءِ خوشخبري

## شهاڻي هاليڊي هوم جو مهورتي اُتسو




ونهي ۾ (ساڄي کان) شري ڄڻو آڏواڻي، ساڻس گڏ ڀاءُ مگهارام شريمتي سروجا ۽ اجيت شاهاڻي (کاٻي کان) شري ۽ شريمتي ڪشنچند شهاڻي، پرنسيپال ڪندناڻي ۽ واسواڻي.

---

اها هڪ نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو **شري ڪشنچند شهاڻي** (شهاڻي ٽرسٽ طرفان) هڪ

هيءُ هاليڊي هوم لوناوالا ۾ ٺهرائي رهيو آهي. انهيءَ جو بنيادي پٿر ١٢ نومبر، سنڌين جي محبوب ۽ لاڏلي **شري هشو آڏواڻي** (وزير مهاراشٽرا گورنمينٽ) وڌو.

شري شهاڻيءَ جو هڪ هاليڊي هوم اڄمير ۾ ٻي آلي ٺهرايل آهي. ان هوم ۾ کاڌي پيئڻ جو نهايت سٺو پربنڌ ۽ ٻيو هر قسم جو سک ۽ سهوليت موجود آهي. سو سياوڪ اڪثر موڪلن ۾ ڀريل ٿو رهي. وچولن ڪٽنبن لاءِ هڪ نعمت ۽ وڏو آرام بخش هوم آهي.

شري شهاڻيءَ وڌيڪ هاليڊي هوم جي ضرورت محسوس ڪئي ۽ عملي قدم کنيو. اهو هوم چند مهنن ۾ ٺهي راس ٿيندو، اهو انڪري ٿو چئي سگهجي جو ٺهرائڻ جو ڪم ڀاءُ مکهارام کي سونپيل آهي. هن ڀاءُ ۾ چڱي شيوا ڀاونا ۽ لگن آهي. ڀاءُ مکهارام، هيڻ جيئي سپاهيملاڻيءَ جون چار نوجوان سوسائٽيون ٺهرايون آهن ۽ چڱو نالو ڪمايو آهي.

شري ڪي. ٽي. شهاڻيءَ هيو هڪ وڌيڪ هاليڊي هوم مهابليشور ۾ ٺهرائڻ جو ارادو ڪيو آهي جنهن لاءِ پلاٽ به ورتو ويو آهي.

شري شهاڻيءَ ٻيا به ڪيترا نيڪ ڪارناما ڪيا آهن جنهن لاءِ جاتيءَ کي هنن ڪارنامن لاءِ ناز ۽ فخر آهي.




# چاهين جي نيڪ مٿس ٿيان....

( سوامي ليلا شاه )

چاهين جي نيڪ مٿس ٿيان ته، نيڪ ڪار ڪر
خلق خدا جي سان ڀلائي جا ڀير ڀر

١- مشهور ملڪ ۾ جي ٿئين شهر سر بسر،
خدمت ۾ غريبن جي ڪر تون زندگي بسر،
پيارو ڪريبن جي ٻارڻ پنهنجو خاص عام ۾،
دفتر جي درج ڪر تون نالو نيڪ نام ۾.

٢- هر وقت حفاظت ڪر هيڻن جي حال جي،
بد ڳالهه دل و جان سان پيارا ڪنگال جي،
ڪر پيروي تون ٻارڻ، خلقت جي خيال جي،
پوري ڪجانءِ گهرج سا سهڻي سوال جي.

٣- اهڙو مزو نه آهي دنيا جي آرام ۾،
جهڙو مزو جهان جي شيوا نشڪام ۾،
ڇا ٿيو ٺهرائي باغ بنگلا ٻه اڏياسين،
مشهور شاه سيٺ شاهوڪار سڏياسين.

٤- ڪنهن جي نه ٻڌي سين نه ڪنهن ساڻ ڳڏياسين،
اڄ نه سڀان ٻار هٿئون نيٺ لڏياسين،
پوءِ ڇا ڏيو جواب پنهنجي انت ڪال ۾،
جو عمر وهي وئي سڄي خام خيال ۾.

٥- جمڻ سندي ڏينهن کي آندو نه ساڻ تو،

مفت لڳي مره ۾ ڪيو گهات پاڻ تو،
ويندين ڀي، سڀ صاف ڇڏيندين وٽان تون،
۽ روئيندين زارون زار اهو خوب ڄاڻ تون.
٦- ساٿي نه ٿيندءِ ساڻ ڪو آخر انجام ۾،
هڪ ڪفن ٽڪر ڪپڙ جو ڏيندءِ انعام ۾.
سمجهين ٿو، سمجهه ٻار اهو وقت عجب ٿئي،
موجوده اٿيئي مال اگر وڃه نه غضب ٿئي.
٧- رهندين تون ڀلا ڪيترو هن فاني جهان ۾،
رهندو ٿي نيڪ نام سڀ ڪنهن جي شان ۾،
وٺ ڀال صلاح سهڻي سهڻو سبق اهو ٿئي،
مڃي نه، مڃي ٻار مگر مڃڻ ڏکي ٿئي.



# ڪمزوري گناهه آهي ....

”دنيا کي سورما کپن. اوهان ٻلوان ٿيو. دل کي جبل جيان مضبوط رکو. جبل جيان اڏول رهو. سورما مرندا آهن زندگيءَ ۾ هڪ وار ۽ ڪانئر مرندا آهن بار بار.“

”اي ٻلوان انسان، ڇو ٿو روئين؟ ڇو ٿو پاڻ کي ڪمزور سمجهين؟ اٿي اٿ، تون پنهنجي شڪتي سڃاڻ. همت رک، اڳتي وڌ. سورمن جي قدمن ۾ دنيا جهڪي ٿي. اهي بيوقوف آهن جيڪي پاڻ کي ڪمزور سمجهي، ۽ همت ڇڏي روئيندا رهن ٿا. (وويڪانند)

# سائين سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو

ديوان آئلداس رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر هو. نيڪ منش ۾ جيڪي گڻ ٻڌندا آهن سي هن ديوان ۾ هئا. شانتيءَ جو سروپ هو، ڪميا جو ڀنڊار ۽ نمرتا جي جيئري جاڳندي تصوير هو. سچو، سپنيو ۽ خدا ترس هو. فضيلت جو صاحب ۽ ڀلائڻ جو مٺو هو. پنهنجي اهلڪاريءَ ۾ ڪنهن کي به نه ستايائين. ڪنڌڪوٽ جو مختيارڪار ٿي رهيو ۽ جيڪب آباد جو ڊپٽي ڪليڪٽر. چاهي ها ته گهر سونو اڏي ڇڏي ها پر هيءُ درويش حق حلال جي ڪمائيءَ تي هلندو هو، رشوت ته پري رهي پر ڏياري ۽ هوليءَ تي ڏالي وٺڻ کان به ڏرٻائيندو هو. جتي به ويندو هو اُتي ماڻهو کيس درويش ديوان ڪري سڏيندا هئا. هو به درويش. ڇا ٻاجهارو سياڻو هوس ۽ ڇا سڀ سان نيڪيءَ جي هلت هئس! عملداريءَ جي وقت ۾ لوڀ به گهٽائي مليس پر هو پنهنجي ڌرم ۽ ڪرم تي قائم رهيو.

گرنٿ صاحب ۾ وڏو وساهه هوندو هوس. گروءَ جي گهڻي ٻاڻي ڪنٺ هوندي هئس. نت نيم پراتڪال جو اُٿي واهي آسا دي وار ڪندو هو، ڏينهن جو سکمنيءَ جو پاٺ ته شام جو رهراس جو پاٺ ڪندو هو ۽

سمهڻ کان اڳ ڪيرتن سهڻو اچاري پوءِ سمهندو هو.
آواز هوندو مٺو هوس، صورت هوندي هُيس سهڻي
سو جڏهن واهي ڪيرتن ڪندو هو تڏهن ائين پيو
لڳندو هو ڄڻ ته هڪ فرشتو ڪنهن پاپ جي ڪري
پر ٿوهي اچي پرٿويءَ تي پيتو هو ۽ پراشچت ڪندي
وٺي پنهنجي محبوب کي مناهائين، پرڀو کي
پرچائين ۽ ساڃن کي سرچائين. جيڪي به هن
ديوان کي سڃاڻندا هئا تن کي اها پڪ هئي ته هن
ديوتا سروپ انسان گرست ۾ رهي به پنهنجي پرميشور
کي پاتو آهي.

ديوان رٽائر ڪري اچي پهراڻ کاهي روڊ تي
مسواڙي جاءِ ۾ رهيو پر پوءِ جڏهن هيرآباد ۾ جڳهه جوڙي
راس ٿيس تڏهن ترمپتني، ٻن ڌيئن، ٻن پٽن ۽ سندن ٻارن
سميت اچي اتي رهيو. ديوان جي هاڪ ته اڳي ئي
هئي پر جڏهن پوءِ ڌيئن وٺي ڪيرتي وڌندي.
سڄو ڏينهن سندس اوطاق تي برهمڻ جي اچ وڃ لڳي
پئي هوندي هئي ۽ پيئي گيان ڀڳتيءَ جي چرچا ٿيندي
هئي. شام جو ديوان پاڻ ڪٿا ڪندو هو. گيان گوشٽ
سان سڀني کي موهي ڇڏيندو هو. صبح شام هن جي
گهر ۾ گيان جي گنگا پيئي وهندي هئي جنهن مان
ڪيترا شرڌالو اچي سڪ سنڌون سرڪيون ڀريندا هئا.

پينشن کان پندرهن سال پوءِ ديوان جو گهر وٽڪ

هو. جتي ست سنگ آهي اُتي سائين آهي. ديوان وٽ
سڙهه جو آنند اڳو پيو هوندو هو. انهيءَ عرصي ۾
ديوان دنيا سان پورو رهيو ته به دل ۾ سان به پورو.
ٻه ڏيئر ۽ ٻه پوٽيون پرڻايائين. ڇوڪرن سڀني
گهرن ۾ ڏنائين ۽ ڏٺو به خاص گهٽو ڪونه پيو هوس.
ديوان سائينءَ جا شڪرانا پيو ٻجا آڻيندو هو ۽ جنهن
سندس ڪارج تيندا پئي ويا تنهن سندس پريم پرميشور
۾ وڌندو ئي تي رهيو. ديوان سنتر ورهين جو ٿي ويو
ته به چا ته منهن ۾ مهڪ هئس ۽ پيشاني ۾ چمڪ!
اکين مان الاهي نور پيو جهلڪا ڏيندو هوس ۽ مک
مان واهگرو واهگرو جي ڌني پئي نڪرندي هئس
ديوان کي ڪا به چنتا ڪانه هئي. هو هر طرح خوش
هو. تن ۾ خواهه من ۾. پٽ روزگار ۾ چڱين نوڪرين ۾،
ڏيئر ساهرن ۾ سکي، پوٽيون شيهن ڪلهي چڙهيل،
ڪٽنب جا پالي هڪ ٻئي جي پيت تي پيل ۽ گهر ۾
سيٺي جو مک. تي ايشور جو نام! ٻيلا اهڙي جيو کي چا
جي چنتا؟ هڪ پوٽي اڃي ساماڻي هئس. ذرا انهيءَ
جو ڪڏهن فڪر تيندو هوس پر اها به پڪ
هئس ته ڪونه ڪو راجڪمار اچي هن جو ٻانهن ۾ ٻيڙو
جهي ڪيس مان شان سان پالڪيءَ ۾ چاڙهي ويندو.
ڦي ٻن پوٽين جو انترو اونو ڪونه هوس جو اچا
نيڏيون هيون.

ٿورن گهڻن ڏينهن ۾ هڪ مائٽي ڇڙي. ڇوڪر سٺو هو، سٺي گهر جو، پڙهيل ڳڙهيل، ايم اي پاس ڪيل ۽ ڪاليج ۾ پروفيسر. ديوان ايشور جا شڪرانا مڃڻ لڳو ۽ بار بار شڪرانا! ڳالهيون هليون. ٻي ته ڪاٻه اڙچڻ ڪانه هئي پر هڪ ڳالهه ۾ ديوان منجهي پيو. ڇوڪر جي طرفان ڏهن هزارن جي گهر ٿي. ديوان وٽ باقي بچيل هئا ست هزار سو خيال ڪيائين ته حال ست هزار ڏيندس ۽ پوءِ پٽن جي ڪمائيءَ مان ٽي هزار بچائي گهوٽيتن کي پهچائيندس. ديوان جي اها رٿ ڪارگر نه ٿي. گهوٽيتن کي الي جو الي ڏهه هزار کپندا هئا. ٽي هزار ديوان ڪنهن کان گهري؟ قرض وٺي؟ قرض پل ۾ ملبس ها. ديوان جي ڪريت وڏي هئي. ٽي هزار روپيه ته پٽ ئي قرض طور وٺي سگهن ها پر اها ڳالهه ديوان کي نه وڻي. چي ”قرض مرض آهي. وري ڪنهن جي اڳيان هٿ ٽنگيان؟ هيترن سالن جي لوڙ ٽي لهي وڃي! اندر ته الاجي ڪئن پيا هلون هاڻي سيٺي کي ڇو پنهن جي بيوسي ۽ لاچاري ڏيکاريون؟“ ديوان قرض وٺڻ کان انڪار ڪيو پر ڏاڍي نمرتا ۽ سچائيءَ سان ڇوڪر جي مائٽن کي چوائي موڪليائين ”ٽن هزارن جي ڳالهه آهي، اڄ نه سڀان پهچائي ڏيندس. حال مائٽي پڪي ڪريو.“ ڇوڪر جي مائٽن ٽن هزارن تي ضد ڪيو.

ديوان سوچڻ لڳو ته ٽي هزار ڪٿان اچن؟ ٻن ڏينهن جي مهلت ملڻ جو ته ٻين ماڻهن بہ. مائٽيون چوڻون هيون پر ٻهرائن واري ديوان جي هئي. ديوان جي دل ٻوليو ٿي ته ڪم ضروري ٿي ويندو. هن جو سائينءَ ۾ وشواس هو. ڇهنجي پيارن ڪي سائين ساٿ نه ڏيندو؟ هن کي پڪ هئي ته ڪرتار ڪرشمو ڏيکاريندو. پڻ کي اهڙي پڪ ڪانه هئي سو وري بہ قرض جي ڳالهه ڇيڙيائون پر ديوان چيو "مگڻ کان مرڻ ڀلو. هڪ ڏيهه لاءِ نه قرض وٺي اچان پر ٻيون سامائيون ٿي چا ڪمو؟ ڇهنجي عزت وڪٽي ڏينهن گهر مان ڪيان؟ انهيءَ کان ته وڻيون هجن." اهو خيال ڪري بہ ديوان جي ڏرن ڏڪي وئي پر ستنام جي ٻوڙي پڙهي جيءَ جاءِ لڳي آندائين. دل ۾ سوچڻ لڳو "ڪنهن ماڻهوءَ وٽ وڃي هٿ ٽنگيان؟ ڇونه پريوءَ کان وڃي مڱان؟ هن مهل تائين مهر ڪئي اٿس، هن دفعي ڇونه ٻاجهه ڪندو؟" ديوان وڃي گروءَ جي اڳيان ڪريو. ٻاڏائيندي چيائين "ماڻهن جا مالڪ، نتاڻن جا تاڻءَ، ٻيوسيلن جا وسيلا، مدد ڪر. تنهن جي در تان ڪوئي سوالي خالي ڪونه ويندو آهي. مان بہ تنهنجي در تي سوالي بڻجي آيو آهيان، منهنجو ٻاڌ ٻڌ. ٻين کان قرض وٺان؟ تو کان ڇونه گهران؟ دنيا کي ڏيڻ وارا داتار تنهنجو در ڇڏي ٻي جي در تي وڃان؟ ڪداچت نه. ڏيندين،

تون پنهنجي ڀنڊاري مان ڏيندين." ديوان جيئي ائين
مان ٽاهه ٽاهه ڪري ڳوڙها ڳاڙيا. آئنس وهائڻ ڪان پوءِ
من ۾ شانتي محسوس ڪيائين. اُٿي وڃڻ ورتائين.
ڪهڙو نه دل کي سڌير ڪندڙ وچن نڪتو!

" ڀڳت جنان کي پڪ هر راکي گوونند نارائڻ هري
نانڪ ڪؤ هر ڪرپا ڪري گووند نارائڻ هري."

پڪ ٿي وئس ڀڳت وتسل ڀڳوان پنهنجي ڀڳت جي ضرور پڪ رکندو. ڏينهن پڻو ته گذريو ته چوڪر مائٽن جي ساڳي گهر هلندي آئي. باقي هڪ ڏينهن، باقي هڪ ڏينهن! ديوان کي نشچو هو ته ڏينهن ته پري رهيو پر پريو ڪرپا ڪرڻ لي اچي ته هڪ پل ۾ ڪارج سڌ ڪري. ور ور ڪري ٿي من واري جپس "چڱي ڪندو، ضرور چڱي ڪندو." وري ته اچي صاحب اڳيان وينتي ڪيائين "سائين! تون منهنجو ضامن ٿيو. ٻي هزار روپيه مون وٽ ڪونهن ته تون جو شاهه وڏو آهين؟ ته ٻي هزار روپيه ڏي ته هنن جي من ۾ سڪين وجهه. تنهنجو ئي ڀروسو اٿم، تنهنجو ئي آڌار! جن تنهنجي اوٽ ورتي تن کي نراس ڪندين؟" وري وچن ورتائين، وچن نڪتو:-

نانڪ سرڻ پڙي دربار
راکي پڪ مري ڪرتار

هلڪي دل سان وڃي ديوان سمهيو. آرام ۾ ي

ننڊ اچي ويس. صبح جو اٿيو ته به آنند ۾ هو پر اڃا
اچي اوطاق ۾ ويٺو ته کيس پاڙيسريءَ خبر ڏنس ته
ديوان خوشالداس سلامت راءِ جو پروفيسر پٽ سندر
ديوان چندرام جي ڌيءَ سان مڱجي ويو. ديوان جي هٿن
مان نڪري ويو. واقف مان نڪتس "ائين ڪئن
ٿيندو؟" پڪ ٿيڻ لي ديوان وسميءَ ۾ پئجي ويو. ڪا
مهل ته هوش جاءِ ڪونه هوس پر پوءِ جڏهن وري
عقل موٽي آيس ته ڏهن سندس دل جي حالت اور
هئي. سوچڻ لڳو "ايشور تون هزارن جو ضامن نه تو
پئجي سگهي؟ پنهنجي پيارن جي پڪار نه تو ٻڌي؟
ٻنهن جي وچن لي پورو نه تو رهي؟ پوءِ دنيا وچن
ڪيئن نه ڏيو ڏنائين! ايشور انجام تان ڦري ويو؟"
ديوان ڪجهه ڪونه پور هن جي اندر ۾ علحدي جنگ
جاري ٿي وئي. پاڻ کان پڇڻ لڳو "آهي سهين؟ جي
آهي ته پوءِ موجب پنهنج چوڻ نه رکيائين؟" وشواسي
ديوان جو وشواس ٽٽڻ لڳو. سندس ساري عمر جي
ڪمائي ڪٽ ٿيڻ لڳي. دل ڪليل ديوان جي دماغ
ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. عقل هلايو دشمن ۽ دوڙايا
دليل! عجب جي ڳالهه آهي جو دشمن جو حق جهڙ لڳو
ته پريم پور ڪري اڏامي ويو. پريم نه رهيو ته شرڌا نه
رهي. ديوان جو ٽپ ٽپ ٿي پيو "ستنام" چوندو هو
تنهن نام چوڻ ٿي ڇڏي ڏنو. پاٺي پڙهڻ بند ڪيائين.

بند ڪرڻ نه ٺيڪ ٿي گرنٽ صاحب ڪٽائي ڪرسنگت ۾
ڏاڍي موڪليائين. سڀ واڻيا، ٿي ڪهڙي ڪير؟ ديوان
نه چپ هو ڳالهائڻ ٻولائڻ گهٽ. هڪ سان ڪونه
ٿي ڳالهائين ٿي اندر ۾ شڪ شبها زور پڪڙيندا ويا.
پگت ناسنگ ٻڌي پيو. ٻول جو ٻن ۽ انسان جو من
استر نه آهن. ٿوري ڪشمت ٿي ديوان جو من ڪسرجي
ويو! ڇهه مهنا گذريا. ديوان وقت نه ڪٽا ٿي، نه
ديوان ڪيڏانهن ويو. هڪ صبح جو پنهن جي اوطاق
۾ ويٺو هو نه ٻاهران هوڪو ٻڌائين. پٽ اندر آيو ۽ چيائين
”ديوان سر سان هلو. ديوان خوشالداس سلامتراءِ جو پٽ
پروفيسر سندر رات حادثي ۾ گذاري ويو!“ ديوان ڇرڪ
پري اٿيو. عجب مان پڇيائين ”ديوان خوشالداس جو پٽ
سندر؟“ پٽ هائو چئي، هليو ويو. ديوان اٿي ڪڙو ٿيو.
ناسنگ ديوان سنو پگو گرسنگت ۾. وڃي گوڏن اڳيان
ڪري زار زار روئندي چيائين ”سائين تو برابر مهنجي
پنج رکي. تون سياڻو، اسين مورک! تنهن جي من ۾
هڪڙي، اسانجي من ۾ ٻي. اسين بيوقوف تنهن جي من
سڀ ٽپ جو ڪهڙو قدر ڪريون؟ تو نه چڱي ستي هئي
ٿر مون ڇا سمجهو؟ اي سائين جيڪڏهن مهنجي جي
ٻرني انهي سندر سان ٻڌي ها نه ڇهن مهنن ۾ وڌوا
ٿي پوي ها! تو نه پنهنجو وڙ ڪيو ٿر مون ڇا سمجهو؟“
ديوان جي اندر جا پٽ کلي پيا. انڌي کي وري

روشني ملي صاحب جو وچن هر هر هرڻ لڳس :-
يڪمت جنان کي پنج هـر راکي گروند ناراڻ هري.
پراشچت جا ڳوڙها وهائي، سينٺل چت سان دمـوان
گهر وراو.

## پروفيسر رام پنجواڻي



اسين جيو ڇا ۾ راضي آهيون؟ پنهنجي اڇـا جي
پوري ٿيڻ ۾؟ ٻـر جي پوري نه ٿئي تـه؟ اڙي جيو!
تو کان وڌيڪ سيا ٹو صاحب آهي، انسان گهري ڇا ٿه پر
ايشور ڏيندو اهو جـو کيس کپيس ۽ لڏهن جڏهن ٺيڪ
سمجهندو. شاه صاحب کڙو نه سندر بيت چيو آهي!

”هڪي ٻانهي ۽ چئت ۾ ٻي سڌي صاحب
ڪڏي اونهي ڪن مان اي ۽ آگي هو عجب
اي ۽ سائين جو سبب جئن ٻڌا اڪاري ٻار مان.“

# آخر ابتري اُڀاهر ڇو؟

صبح جو ڦهلارن پهر هو. بهار جي موسم هئي. هڪ تلاءُ جو ڪنارو هو. ٿڌي ٿڌي هير ٿي لڳي ۽ ٽڙيل گلن جي خوشبوءِ ڪٿي سيمي کي مهڪاري رهي هئي. پکين پنهنجي مٺين لاتين سان پروردگار کي ٿي ياد ڪيو. سج جي اُڀرڻ جي انتظار ۾ آسمان ڳاڙهو غاليچو وڇائڻ ۾ رُڌل هو. قدرت هڪ نئين ڏينهن لاءِ قوت ۽ طاقت تيار ڪري رهي هئي. هڪ ساڌو مهاتما جو اڳليءَ سانجهيءَ جو تلاءُ تي تهيل هڪ ڪوٺڙيءَ ۾ اچي لٿو هو اُهو به پنهنجي سماڌي ختم ڪري ٻاهر نڪتو ۽ ڪرتار جي نعمت نئين روزانا ناٽڪ تي نظر ڪري اندر ۾ آنند ٿي رهيو هو. اُتري ۾ ڇا ٿو ڏسي ته :-

هڪ غريب، ميرن ڪپڙن سان جلدي جلدي اچي يڪدم ڪپڙا لاهي انگوڇو ٻڌي تلاءُ ۾ شنان لاءِ ٽپو ڏيڻ لڳو. هڪ ٽٻي ڏيئي يڪدم ٻاهر نڪتو ۽ لڳو ۽ اَڌ اُگهيائين اَڌ نه اُگهيائين، وري جلدي جلدي ڪپڙا پائي ڀڄندو هليو ويو. ساڌوءَ دل ۾ ويچار ڪيو ته هيءُ نه آهي هن انسان کي ڪهڙو اهڙو تڪڙو ڪم

آهي جو نه تيل نه ميٽ نه صابڻ. نه ڪپڙا ڌوئڻ نه لڱ مهٽڻ نه. سنان ڪري ٻه چار دفعا ڀڳوان جو نالو وٺڻ جلدي جلدي ۽ لڪڙو لڪڙو ڀڄندو ويو. خير اهو ڏينهن گذريو سياٽي ٿي اهو سڄو ٿي ماٺهو ۽ ساڳي ئي ڪار ٽئين ڏينهن به. جڏهن ساڌوءَ کيس اهڙي طرح لڪڙ- لڪڙ ۽ ٿٻهرائي ۾ ايندو ڏٺو تڏهن کيس ڪجهه اُپديش ڏيڻ جو سوچ ڪيائين.

جئن ڪپڙا ڪري ڀڄڻ لاءِ تيار ٿي ٿيو ائين ساڌوءَ چيس :-

”سائين! ذرا ڳالهه ته ٻڌو. آخر ايتري اٻاهر ڇو ٿا ڪريو؟“

” توهان کي ڇا هي؟ توهان ته ٿيا ساڌو. مفت ۾ اوهان کي روٽي ملندي. مان غريب ٻچڙوال دال وڪڻندڙ. جي جلدي جلدي دال تيار ڪري چونڪ ۾ نه وڃي وڪڻندس ته ٻچا ڪٿان کائيندا؟“

ساڌو :- هڪ مهرباني ڪريو. هن ڪوٺيءَ ۾ هڪ ننڍي پوٽي رکي آٽو آهي ڪڍي اچو.

دال وڪڻندڙ هو ته ٿٻهرائيءَ ۾ ٻر وات ۾ ڪجهه ٻڪندو اندر پوٽي ڪڍڻ ويو. ساڌوءَ به يڪدم ٻاهران ڪوٺيءَ جو ڪڙو ڪڍي ڇالو.

دال وڪڻندڙ اچي عجب ۾ پيو ته هي ساڌوءَ ڇا ڪيو. مون کي جيل ۾ بند ڪيائين ڇا؟

ساڌو :- سائين منهنجا اوهان چنتا نه ڪريو. اوهان جا ٻار ڀڳوان پاڻ پاليندو. اوهانکي ڪاڌو مان آٽي ڏيندس. هڪ ڏينهن نه ڀڳوان تي ڀروسو ڪريو.

دل وڪٽندڙ گهڙي اي غصو چڙهيو. پر ان مان ڪڇ ٽيل نه نڪتو نه آڙهون نيزاريون ۾ ڪيائين. پوءِ روئڻ لڳو. پر ساڌو تڏهن دروازو کولي! آخر لاچار ٿي ان پوڙهيءَ جا ٻچا پڙهڻ لاءِ هيٺ مٿي ڪرڻ لڳو. پر جن گهر ۾ ٻارن جي موھ ۾ چنتا ۾ پيو وقلي. پوڙهيءَ جو مطلب ڪنهن تو سمجهه ۾ اچي. منجهند جو وقت ٿيو. ساڌو جهڪا ڪاڌو ڪري روٽي وٺي آيو هو اتفاق سان اهي ۾ سڀئي مزيدار ۽ جهڄهي هئي. ساڌوءَ دروازو کولي اڌ کيس ڏني. پاڻ ڪجهه نه کاڌائين باقي اڌ ان لاءِ شام واسطي رکي ڇڏيائين. ڪجهه ڏينهن ۾ نيون ۽ سٺيون ڪپڙا، چانور ۽ دال ڏسي ان غريب جي دل ۾ لالچ اچي وئي. پيٽ ڀري کاڌائين. اهڙو کاڌو ته پنهنجي گهر ۾ هن ساري عمر ۾ ڪڏهن ڪونه کاڌو هو. دل ۾ سوچيائين ته هن بيڪار ساڌن کي ڪهڙو نه سٺو ۽ لذيذ کاڌو ملي ٿو پنهنجو پاڻ پيا ڏين ۽ اسان غريب پورهيتن کي سڄي ڏينهن ۾ پگهر وهائڻ ڪانپوءِ به پورو کاڌو نٿو ملي. ڪاٿي، پاٿي پڻ، وري ساڌوءَ کي نيزاري ڪرڻ لڳو ته کيس گهر وڃڻ جي اجازت ملي. پر ساڌو به ڏاڍو زبردست هو. سندس

رستو روڪي بيٺو ۽ زور سان ٺڪي ڪيس وري ڪوٺيءَ ۾ بند ڪيائين. پيٽ ڀري ماني کائڻ کانپوءِ ان سائين لوڪ کي ننڊ اچي وئي. اُٿيو ته ولهي ڪجهه پوٿي پڙهيائين پر من نه ٿي لڳس پر ڇا ڪري؛ لاچار هو. ساڌو ته ٻلا ضد تان لهي. آخر شام ٿي. تڏهن ساڌوءَ وري دروازو کوليو ۽ کيس ٻاهر آڻي ڀوڄن گرم ڪري کارايائين ۽ پوءِ چيائينس ته "سائين! هاڻي بيشڪ گهر وڃو ۽ وڃي ڏسو ته اوهانجي ٻارن کي ڀڳوان پاليو آهي يا نه؟

[ ٢ ]

هوڏانهن مائيءَ، سندس گهر واريءَ جڏهن ڏٺو ته ست لڳي ويا آهن، اجا هي شنان ڪري ٽِلو ٽان نه موٽيو آهي تڏهن وڪري لاءِ دال پاٺهي چلهي تي چاڙهي ڇڏيائين. ساڍا ست ۽ اَٺ لڳي ويا تڏهن به نه آيو. ته هن پنهنجي انداز سان جهٽ مرچ مصالحا وجهي دال تيار ڪري ورتي. هونئن دال هوءُ ٻارڻ رڌيندو هو. اڄ مائيءَ ڪم لاهي ڇڏيو. پوءِ ويچار ڪيائين ته مرد کي کٽي ڳوليان. جي ڳولڻ ٿي نڪران ته هن جيتاڻن کي ڪير سنڀاليندو ۽ اڄ جي ڪاڏي لاءِ پئسا ڪٿان ايندا. سو هڪدم پنهنجي وڏي ۾ وڏي پٽ ڇهن سالن جي پٽ کي اُٽاري تيار ڪيائين ۽ ٽول ڪارائي دال مٿي تي کڻي پٽ سوڏي چونڪ ۾ اچي پهتي. پٽ

کي سمجهايائين ته هن طرح هوڪو ڏي: ”سوادي دال آڻيو! سوادي دال آڻيو! هڪ دفعو ته چکي ڏسو! ۽ هڪ هڪ پئسي هيتري پنن ته ڏيندو وڃ.“ بس اهڙو اُن کي سمجهائي ۽ پاڻ ٻي دال واري وکڻڻ واريءَ کي پارت کري پاڻ اچي ٻين ٻارن جي نگاهه ۽ گهر جو ڪم ڪرڻ لڳي.

[ ٣ ]

ان ڏينهن سڄي پچ دال به ڏاڍي سوادي ٿي هئي. پلا زنانو هٿ لڳو هوس. مرچ مصالح جي انداز ۾ به ڪرامت ٿيندي آهي. هوڏانهن هڪ ننڍي ٻار جو مٺو آواز ۽ من چڪيندڙ هوڪا ۽ هيڏانهن لذيذ دال! جيڪو ڪائي اهو چئي، ”پٽ ٽڪي جي ٻي به ڏيو.“ اها ڪائي وري ٽڪي جي، گهر لاءِ به کڻي ٿي وڃا. جي ٻار پوري دال نه به ڏني ته پرواهه نٿي ڪيائون.

وچارا اهو ٻڌي ته هن غريب ٻار جو پيءُ اڄ گهر نه آهي ڪيڏانهن غائب ٿي ويو آهي. پاڻ ان تي پيا قياس ڪن ته وچاري جيتامڙي ٻار تي اچي سڄي گهر جو بار پيو آهي. مطلب ته هڪ ڪلاڪ اندر ٻار خالي دېگڙو کڻي اچي گهر پهتو. ماڻس پئسا ڳڻي ڏسي ته هونئن کان ڏيڍو ٿيا. ڏسي عجب ۾ پئجي. پر سڄي ڏينهن جي گهر جو پورهيو، اڪيلي ٽن ٻارن کي اٿارڻ، صفائي ڪرڻ، شنان ڪرائڻ، کارائڻ پيارڻ ۽ وري

شام جي وکري ڪرڻ لاءِ دال تيار ڪرڻ. واڇاريءَ
ڪي گهڻي فڪر ڪرڻ جي فرصت ئي ڪانه ملي- ور ور
ڪري ڪڏهن خيال اچيس پيو ته هيءَ اڄ وڃا
ڪيڏانهن! پر آخر ڪري ڇا ٿي سگهي؟ همت واري
زال هئي. سمجهائين ته مرد ماڻهو آهي. غائب ڪيڏانهن
ٿيندو. سو ڪم ۾ رڌي رهي. شام جو ٻنهي پٽ ڪي دال
جو ديگڙو کڻي چونڪ ۾ ويهاري آئي ۽ صبوح وانگر
پٽس پيءُ کان ڏيڍوڻا ڪمائي آيو.

[ ٤ ]

ڏينهن ٻه چار گذري چڪا هئا. ننڍا ٻه ٻار ڪائي بستري ۾
داخل ٿي چڪا هئا. وڏو پٽ ۽ ماءُ ماني کائي رهيا
هئا ته هن مڙس به اچي در کڙڪايو. جان اچي ڏسي
ته سڀ نيڪ ٺاڪ آهن. سندس شرمندي روئي نه ٿي ۽
سندس چلهه تي ديگڙو چڙهيو پيو آهي. سندس لاءِ سبزي
بچي رکي آهي. جڏهن سڀ ورتانت گهر واريءَ کان
ٻڌائين تڏهن ڏندين آڱريون لڳي ويس. هن مهاتما سچ
ٿي چيو ته ڀڳوان پاڻ اچي ننڍڙي ٻارن کي پاليندو.
اسين ٻندا فقط پنهنجي اڌم ۾ گهڻو وشواس رکي اجائي
گهرائي، چنتا ۽ فڪرن ۾ پيا پئون. اڌم بيشڪ چڱي
چيز آهي. پر فڪر ۽ چنتا ته چڱي نه آهي. آخر ڀڳوان
۾ ٿورو ڪجهه وشواس رکون. پوءِ اهڙي اُٻهرائي ڇو؟
ٻارن کي پالڻ وارا اسين ئي آهيون! ڇا هر ڪنهن ٻار

جي قسمت اُن سان گڏيل نہ آهي؟ ٻالڪ سڀ ڪي ڪرتار تو، اسين بہ اُن جا ٻچڙا آهيون؛ اُن جا منهب آهيون، اهو ايمان ڇو نہ، اسان ٻي ٻالڪ وارا آهيون؟ اها چنتا ڇو! هاءِ گهوڙا! مون کان سواءِ خير نہ آهي گهر جو ڇا حال ٿيندو اهو ياد ڪرڻ گهرجي نہ اسين ٻالڪ هن هلندڙ ٻيڙيءَ جي پور ۾ مسافر آهيون. اسين لهي ويندا سين تڏهن بہ ٻيڙي هلندي رهندي. ٻالڪ لاءِ اُدم ٻيشڪ ڪريون؛ نہ ڪرڻ سستيءَ ۾ داخل ٿيندو ۽ سستي هڪ مانسڪ بيماري آهي. پر پنهنجي اُدم ڪندي دل ۾ ايمان نہ ڪريون ۽ اُدم ڪرڻ کان پوءِ چنتا ۽ فڪر نہ ڪريون. "**ڪرم ڪرڻ تنهنجو فرض آهي پر ڪرم جو ڦل ڀڳوان تي ڇڏي ڏي.**" گيتا ۾ ڀڳوان، ارجن کي ائين ئي سمجهايو آهي.

## پروفيسر آسراڻي

پيارا ٻالڪو، اُدم ۽ ڪوشش ڪرڻ هر ڪنهن جو فرض آهي. ٻالڪ هار پريو آهي سڀ کان وڏي چنتا هن کي آهي."



# بچائڻ واري جا هٿ وڏا آهن

هيءَ ڳالهه ۱۹۴۶ع جي آهي. آءٌ ان وقت ريلوي سٽي بڪنگ ايجنسي بولٽن مارڪيٽ ڪراچيءَ ۾ سب انچارج هوس. اسانجي ڊيوٽيءَ ۾ بڪنگ ڪلارڪن وٽ جيڪا ڪئش ٿيندي هئي اهـا اڳينءَ رکيل ڪئش ۾ ملائي، ٽاهي جوڙي تجوڙيءَ ۾ رکندا هئاسين.

هيءَ ڳالهه جنهن ڏينهن جي آهي تنهن ڏينهن منهنجي شام جي ڊيوٽي يعني ۴ بجي کان ۱۲ بجي رات تائين هئي. هميشه واري ڪئش ملائي، ٽاهي جوڙي تجوڙيءَ ۾ رکي هئي. ڪئش ۾ هزارين رپيا هئا.

تنهن ڏينهن رات جو قريبن ڏهين بجي پنهنجي ماستر صاحب شري ڪيئلداس "فاني" کي آفيس ۾ ايندو ڏٺو. سندن درشن ڪندي ڏاڍي خوشي ٿي. هو صاحب شڪارپور مان آيو هو. هڪ ڳالهه، هو صاحب منهنجو ۽ منهنجي پيارا شري هوندراج "داس" جو ماستر صاحب هو. ٻي ڳالهه ته جيئن ئي مون ۱۹۴۲ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي ته سڌو ڪراچيءَ ۾ آيو هوس سو ايترن سالن بعد ملڻ ٿيو. حال احوال ڏنو ورتوسين، مون کيس وينتي، گهر هلڻ ۽ ٽڪڻ لاءِ ڪئي، پر ماستر صاحب جو چوڻ هو ته جيئن جو کيس آسر واريءَ گاڏي

۾ وڃڻو هو تنهنڪري گهر هلي رات ٽڪڻ کان صفا
انڪار ڪيائون. ان بعد وري ڪيس وٺيو ڪئي نـه
راس هئي، آفيس ۾ گذارڻو، بسترو گهوان گهرائي ٿو
وٺان. آفيس ۾ رهڻ جي قبوليت ڏيڻ کان اڳ پڇائون
" هتي آفيس ۾ ڪٿي رکندا هوندا." تون ڪين
" هائو" چئي. بس اهو ٻڌندي شرط آفيس ۾ رهڻ
کان انڪار ڪيائون. گهٽ ٿي ڪين چيو تـه توهان سان گڏ
آءٌ بـه هتي آفيس ۾ ٿو رهان ليڪن هو نـه مڃڻ هڪ ٿي
بيٺا ۽ صلاح ڏنائون تـه آفيس ۾ رهڻ لاءِ ڪنهن کي
ڪين چوندو ڪر ڇو تـه ڪري سڀو مائٽ هجي.

خير، ٿوري دير بعد موڪلايوسين. ان وقت مونکي
ڏايو ڏک ٿيو جو **فاني صاحب** گهٽ ۾ گهٽ آفيس
۾ ڪين رهيا. ٿوري دير ڪانپوءِ راس جي ڊيوٽيءَ لاءِ،
انچارج آيو. هن ڪٿي ٻٽڻ ڪانسواءِ ٽڪوڙيءَ جي چانهـي
وٺي بعد۾ چارج ورتي.

مان هلڻ لي هوس تـه هڪ بوڪنگ ڪلارڪ سڏ ڪندي
وٺندي ڪئي تـه جيئن جو سنڌس حساب ڪتاب برابر
ڪين ٿي ٻيهو سو آءُ ڪيس سنڌس اڪائونٽ ٺيڪ ڪرڻ
۾ مدد ڪريان. آءٌ سنڌس حساب ڪتاب ڏسـو گهٽيون
چڪون ڏسڻ ۾ آيون. ٻر جيئن جو گهر دير ٿي رهي
هئي تنهنڪري ڪيس خاطري ڏيندي چيو، "تون ڪو
فڪر ڪين ڪر، آءٌ صبح جو ٧ بجي اچي ٻاٽهي

تنهنجو اڪائونٽ ٺيڪ ڪندس."

جيمس جو گهر وڃڻو بعد ڪاري در لڳي هو تنهن ڪري انجام موجب برابر وقت لڳي اچي ٻوڪنگ ڪلارڪ جو حساب ٺيڪ ڪيو.

مون کي وري ١٠ بجي ڏٻوئي لڳي اچڻو هو. آءٌ هاڻ تي هوس تہ اڻتري ۾ رات جي ڏٻوئي وارو انچارج ٻاهران ڪٽان آيو، ”مون کي ڏسي خوش ٿيندي چيائين ”وشنداس، وڏي تنهنجي مهرباني، مون کي جلد وڃڻو آهي، جيمس جو پوءِ ٻيو نوڪي ٿي مون کان چارج وٺڻي آهي سو مهرباني ڪري هاڻ ٿي وٺي ڇڏ جيمس جلد گهر وڃان." مون گهڻو ٿي چيومانس تہ ڪهران ٿي جلد اچي ٿو نوڪي تو ڇڏايان. هن جو چوڻ هو تہ آءٌ ڪانئس تجوريءَ جي چابي وٺي وڃان." سندس گهڻي زور ۽ چوڻ ڪارڻ آخر مون سندس ڳالھ قبول ڪئي. هن تجوريءَ جي چابي ڏني ۽ مون ڪري ڪيسي ۾ وڌي پر اوچتو اندر مان آواز آيو، ”اڙي ڪنش تہ ڇڏي ڪري ڪانئس وٺ." مون يڪدم ڪيس چابي ڏيندي چيو، ”نوٽن جا بنڊل تجوريءَ مان ڪڍي هٿي ٽيبل تي مونکي ڏي تہ ڪنش ڳاڻي جوڙي رکان." هن چيو، ”وشواس ڪونہ پيو ڪرين. آءٌ ٻہ لـہ ڪالھ رات جو نوڪان انهن ٿي اعتبار لڳي چابي ورتي هئي. ڪنش ڪٿي ڳڻي هئي؟"

(اها حقيقت آهي ته، هڪ ٻئي جي وشواس لئي ڪر هلندو هو. بوڪنگ ڪلارڪ ٻه، هزارن جي ڪٽش ڇڏي روٽي کائڻ ويندا هئا. هن جڏهن اڳئين رات مون کان چاٻي ورتي هئي ته، ٻيا ڪٽش ڏيڻ جي. جيتوڻيڪ گهٽ ٿي مون چيومانس ته ڪٽش ڏئي وڃ. پر هن ڪٽش ڪين ڏنيون."

مان :- وشواس جي هن ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي. ته مون صرف تجوري مان نوٽن جا بنڊل ٽيبل تـــي آڻي ڏني.

آخر هن مون کان چاٻي ورتي ۽ تجوريءَ طرف ويو. اها تجوريءَ ڪانئين مس پهتو ته هن ڇرڪ ڀريندي چيو، "اڙي هي ڇا؟ تجوري کليل آهي!!"

مان وائـــڙو ٿي ويس ۽ چيومـــانس، "تجوري بند ڪرڻ مون شايد ڀلجي ويو آهيان. نس بنڊل ته پورا آهن؟" هن تجوري کولي نوٽن کي هٿ لڳائڻ کانسواءِ چيائين، "اڙي هي ڇا بنڊل ته ڪٽل ٿـا ڏسڻ ۾ اچن!"

اهو ٻڌي منهنجا پير ئـــي پيرا ٿي ويـــا ساڳئي وقت ڀڳوان جا شڪرانا مڃڻ لڳس، جنهن تجوري مون نه کولي. آخر آفيس انچارج ۽ پروپرائيٽر (سرڳواسي) شري رامچند ڪيولراماڻي (سيتارام هاءِ اسڪول وڏالي وارا) فـــون ڪرڻ لئي آيا. هن کان سوال جواب ڪيائون ۽ اهو ٻه پڇيائـــون تـــه، آفيس ۾ رات جو ڪير ڪير رکيا هئا (ان وقت ڏٺيءَ جـــا شڪرانـــا مڃڻ لڳس جو شري

"فاني" صاحب آفيس ۾ ڪونه ٽڪيو هو).

سارو وقت هن کان پئي سوال پڇائون. وچ ۾ هڪ ٻه سوال مون کان به پڇائون.

آخر شري ڪيولراماڻيءَ پنهنجو فيصلو ڏيندي هن کي جوابدار ٺهرايو. شري رامچند هڪ سدا ترس ۽ نيڪ انسان هئو. شري ڪيولراماڻيءَ کيس چيو، "سچ ٻڌاءِ پئسا ڪيڏانهن ڪيئي. اگر پئسا ڪٿي جوئا ۾ يا ٻئي هنڌ وڃايا اٿئي ته ٻڌاءِ. جيڪي پئسا اٿئي اهي ڏي ٻيا اگر هڪ وقت ئي پئسا نه ڏئي سگهين ته قسطن ۾ ڏيڻ جو انجام ڪر، اگر ائترو هوندي به قبول ڪين ڪندين ته پوءِ لاچار ڪيس پوليس جي حوالي ڪرڻو پوندو. ان بعد تون جاڻ ۽ پوليس جاڻي." ليڪن هو هڪ ئي ٽي پنو ۽ چوڻ لڳو "مونکي ڪا خبر ڪانهي." آخر ڪيس پوليس جي حوالي ڪيو ويو ۽ پوليس هن کي وٺي وئي.

هن هڪ ئي مار سان قبول ڪيو ته "پئسا برابر مون کنيا آهن ۽ رميءَ راند ۾ وڃايا آهن. مون وٽ باقي هزار مان ٤٠٠ رپيا بچيل آهن...." هن جڏهن ٤٠٠ رپيا ڏنا اُن وقت شري ڪيولراماڻيءَ جي پيرن تي ڪري پيو ته ڪيس پوليس مان ڪڍايو وڃي باقي پئسا مان قسطن ۾ ڏيڻ جو انجام ٿو ڪريان." شري ڪيولراماڻيءَ ڪيس ڪڍايو ۽ هن کان لکائي ورتو. پوءِ جلد ئي هندستان جو ورهاڱو ٿيو.

( وشنداس آسراڻي )

(ٻارو! مارڻ واري کان بچائڻ واري جا هٿ وڏا آهن.)

# ڏيوالو

”مون ٻيڙي جي عزت کي ڏسو ..... وڏي خاندان
جي عزت کي ڏسو .... آءٌ توهان کي هٿ ٿو ٻڌان ....
توهان ڏيوالو نه ڪيو ..؟ ڏيوالو نه ڪيو؟....
سچي ڪٽنب ۾ زندگيءَ جو ڪلنڪ نه لڳايو.“ الهت
پوڙهي ۽ گهٻراهٽ واري آواز ۾ پيتا چئي رهيو هو.
پٽ پنهنجي هلندڙ ڌنڌي کي دالوواهه بند ڪري، دڪان
جو جهونو بورڊ لاهي نئين نالي وارو بورڊ لڳائڻ پئي
چاهيو. مگر سندس پيءُ انهن ڪرڻ کان کيس روڪي
رهيو هو. ”اسان جي ڳالهين ۾ توهان کي دخل ڏيڻ
جو ڪوبه حق نه آهي.... “ ڌنڌو اسين ٿا ڪريون
سوچڻو به اسان کي ئي آهي ... ڀلا ڪيئن ٻيون ذاتيون
جيڪي ڏيوالو نيون ڪين، ڇا، سي بيوقوف ۽ بيڪار آهن؟
ٻه ٽي دفعا ڏيوالو ڪڍي امترئون سارئون پيڙهيون ٺاهيون
اٿن .... ڌنڌي جا داءُ پيچ ٿيندا آهن، جن کي اهي
اچن اهي ئي ساهوڪار آهي.“ پيءُ ڏانهن مخالفت
ٿيندي ڪشن چيو.

”آءٌ چوان ٿو اندڌير آهي... ناحق آهي... ڪشن!“
پيءُ ورجايو، ”اسان وٽ غريبن ونڌائن جي پونجي

ڏراوت طور وڪيل آهي ... ٻئڙن ۽ ٻي سهارن جي
دولت ڏراوت وڪيل آهي .... ٻڌاءِ ڇا انهن جي دانهن
۽ آلاپڻ جو پاپ پنهنجي سر تي ڪٽيندو ڪشن! اسين
ٻچڙيوال آهيون ڏاڙهن ۽ پيرن وارا آهيون ... ڇا
انهن جي زندگيءَ کي بدناموسيءَ جي دامن ۾ لپيٽي
ڇڏيندا؟ ڇا اسان جي جاتيءَ وارا تنهنجي پيڻ موهنيءَ
جي مائٽيءَ وقت ائين نه چوندا، "موهنيءَ جي پائرن
ڏيوالو ڪيو هو، انهن ٻڪين جي گهر ڪير مائٽي
ڪندو؟" تنهنجي ٻارن ڏانهن ڪو ٻي آگر ڪٽي ائين
نه چوندو ته هنن جي پيءُ ڏيوالو ڪيو هو؟ سماج اڳ
ڪٿي اسان ڏانهن نهاري! ڇا اسان انهن جي سامهون
ڪنڌ کڻي نهاري سگهنداسين؟ ڪشن! ڇا ان قدم کڻڻ
اسان سڀني جاتيءَ تي داغ نه لڳندو؟ سنڌين جي
وهنوار تي جڏهن اسان لاءِ اڄ ساري ڀارت کي فخر
آهي. ائين تو جهڙا ڏهه ويهه اهڙا قدم کڻندا ته پوءِ
ساري جاتي بدنام نه ٿيندي ته ٻيو وري ڇا ٿيندو؟
آهه چوان ٿو، توهان ان فيصلي تان هٽي وڃو ... هن
ٻيڙي جي هٿن کي ڏسي مڙي وڃو." ملڪيداس
روئيندي پنهنجي وڏي پٽ ڪشن کي چيو.

الڏ جي نشي ۾ ملڪيداس جي ٻنهي پٽن ڪشن
۽ رام تي ڪو به اثر نه ٿيو. هنن راتو واهه دڪان جو

بـورڊ لاهي ڇڏيو. صرف ٻه ڏينهن. لکن روپين جـو ڏيوالو ڪڍيو. بازار ۾ ڇوڪرو مچي ويو، ڏيوالن ۽ قرض وارا واپاري پريشان ٿي ويا. قانوني طور به ڪري ئي نـه پئي ٿـي سگهيو. ٻه امين مقرر ٿيا. دڪان ۾ رهيل ڪپڙي جو وڪرو ڪيو ويـو ۽ جنهن جـي آپت مان هر ڪنهن ڏيواليءَ ۽ قرضيءَ کي حصي انوسار رقم ڏني وئي.

رٿيل پروگرام موجب هن احمدابـاد مان پنهنجو گهر بدلائي بمبئي ڪيو. اتـي وري نئين سر ڌنـڌو شروع ڪيو. هن جي روش ملڪيداس جـي دل کي چـوٽ گهائي ڇڏيو. عزت جـو مارڻ، مٿن مائٽن سان ملڻ بند ڪري ڇڏيائين. حق لـي چيو اٿن ”ننگو نچي عزت لڪي.“

.. .... .... ....

”ڊاڪٽر صاحب! گوپوءَ جي حياتي توهان کي ئي بچائڻي پوندي!! ڪيتري بـه قيمت تي سندس ٽنگن جـو آپريشن ڪري ڪيس زنده رکڻو ئـي پوندو.“ وياڪل نـوع ۾ ڪشنچند ڊاڪٽر کـي چيو. ڊاڪٽر رميش، ڪشنچند جي حادثـي ۾ آيل پٽ گوپـوءَ جي زخميل ٽنگن کي غـور سان ڏسي رهيو هئو!! ”مـان مجبور آهيان مونکي ڏک آهي جو گوپوءَ جي زنـدگي بچائي نٿو سگهان!! گهڻي رت وهڻ ڪري ۽ زخمن کـ

هوا لڳڻ ڪري، زخم زهري ٿي چڪا آهن، جن جو اثر دل تي پڻ ڪافي ٿيو آهي." پنهنجو راءِ ڏيندي ڊاڪٽر خاموش ٿي ويو. گوپوءَ کي آپريشن روم ۾ آندو ويو. گوپوءَ جو آپريشن ٿيو مگر ناڪامياب!!!

گوپوءَ جي موت گهر ۾ خاموشي آڻي ڇڏي. جتي ڪجهه ڏينهن اڳ موج متي پيئي هئي اتي ماتمي فضا نما هئي. "اُف!! ڪنهن جو ڪيترو ڪير ٿو ڀوڳي." مگر ڪشنچند ۽ سندس ڀاءُ تي اڃا به انڌ جو نشو سوار هو. هو اڃا به وڌيڪ ۽ وڌيڪ شاهوڪار بڻجڻ جي خوابن ۾ هئا.

"ٻار انڌو ڄائو آهي،" دائيءَ ڪمري مان نڪرندي ڪشنچند جي ماءُ کي چيو. هن جي هٿن مان جڻ ڪجهه ڪري پيو، سندس پيرن هيٺان جڻ ڌرتي نڪري وئي. هوءَ روئڻ لڳي. "ڇا ٻار انڌو ڄائو آهي! انڌو ڇو؟ ڪهڙي پاپ جي سزا ملي هن اُبهم کي!!" دل ۾ سوچي ڪشنچند جي ماءُ روئڻ لڳي. گهر جا سڀ ڀاتي حيران ٿي ويا. انهن اڃا به نه پئي ڄاتو ته اهي موت ۽ سزائون ڪهڙي پاپ جو ڦل آهن. اهو ڏينهن خالي نه هو جنهن ڏينهن گهر جو ڀاتي بيمار نه هجي!! ملڪيداس جي دل روئڻ لڳي. هن ڄاتو ٿي. جتي مان ۽ مرادا، نيڪ نيت ۽ سچائيءَ جي ڪمي آهي، اتي اوس ڏک

جو ٿي واسو ٿيڻو آهي، مگر ڪيس. اهڙي همت نه ٿي جو پڇڻ کي ڪجهه ڇئي. آه!! هيءَ آهي اڄڪله جي وڏڙن جي آشائن ۽ اُميدن جو نتيجو!! اُهن جي لاڏ پيار ۽ ڏکن ڏوجهرن جو ڦل!!

... ... .. ....

"اوه!! موهن! گاڏيءَ کي ذرا ٻريڪ ڏي؟" چلائيندي ڪشنچند موهن کي چيو. تيز رفتار سان ڪار هلائڻ ڪري ڪار جي رفتار تان ظابطو وڃائي ويٺو. وٽس جو شراب پيتل هوس، انڪري ٻڻ ڪم ڪرڻ کان نابري واري ويٺو، ڪار وڻ سان ٽڪرائجي وڃي پري پيئي. حادثي ۾ ٻنهي ڄڻن کي سخت زخم رسيا. موهن جي ٻانهن جو هڏو ڀڄي پيو. ڪشنچند جي ساڄي اَک زخمجي پيئي.

انسان کي ان وقت ڪانئين ساڃهه نٿي رهي جيستائين ان جي اَکين ۾ دولت جو نشو ٿيو رهي. ان دولت جي نشي ۾ هو هر پاپ ڪرڻ کان هڪڪي نٿو. اهو ئي سبب آهي جو **ڀڳوان انسان کي دک ۽ موت جو ڏپ بخشيو آهي**، اهو ڏپ ان وقت ظاهر ٿئي ٿو جڏهن وقت ڪا تڪليف ٿئي اچي منهن ڪڍي. اڄ واري موٽر حادثي، ٻنهي ڄڻن تي ڪافي اثر ڪيو. بيمار بستري تي ليٽيل حالت ۾ ڪشنچند جي اکيان

سندس وڏيڪ چلائڻ لڳو، ڪشنچند جي ڪنن ۾ ڪنهن ڏکيري آواز جو پڙلاءُ ٿيڻ لڳو، ”منهنجي نياڻيءَ جي شاديءَ ۾ فقط ٻه مهنا پيا آهن .... منهنجي زندگيءَ جو سهارو اهي ٽي هزار روپيا آهن.... ڀڳوان جي واسطي.... هن ٻڍڙي تي رحم ڪر.. پٽ! هن غريب جي آسيس ڪٽ.“ اڄ ان ٻڍڙيءَ عورت جي نماڻي صورت، اهو عاجزيءَ ڀريو آواز کيس گهلڻ لڳو.

”پشپا هن کي پاسي ڪر... ڪيترو نه روئي ٿو.“ آنڌي پٽ ڏانهن نهاريندي ڪشنچند سرد آهه ڀري. اڄ هن محسوس ڪيو ته اها سزا هن جي ڪري هن تي اُبهم پوڳي رهيو آهي. سندس دل ۾ ويچار اُٿڻ لڳا، ڇا دنيا جي سکن ۽ خوشين کان محروم رهي، هيءُ ٻالڪ هن گهر لئي بوجو بڻجي رهندو. هو وڌيڪ سوچي نه سگهيو. سامهون واري ڪمري ۾ سندس پيءُ زندگيءَ ۽ موت جي ڪشمڪش لڳائي رهيو هو. ڪشنچند کان رهيو نه ٿيو، هو اُٿيو، پنهنجي پيءُ جي ورسان اچي ويٺو. پٽ جي حالت ۽ سندس چهري کي ٽنين جي وچ ۾ ٻدل ڏسي پيءُ جي اکين مان آنسون هڻ لڳا. ملڪيداس جون اکيون ٻوٽجڻ لڳيون؛ هن پنهنجا همت وڌائي پٽ کي ڪجهه چيو، پر تمام جهيڻي ”مون... سمجهيو“ چوندي هن جو ڪنڌ لڙڪي پيو. گهر ۾ روئڻ ۽ پٽڻ جا آواز شروع ٿي ويا.

ملڪيداس جي ارٿيءَ سان گڏ هزارين شاهوڪار پڻ شامل هئا. ارٿيءَ جي وچ ۾ ليٽيل انسان جو مرجهايل چهرو اڃان به ڄڻ چئي رهيو هو:- انهن ڏانهن مخاطب ٿي ته ”او سماج جا نيتائون! ڪجهه سوچيو ۽ سمجهيو... ڦرلٽ ۽ دوکيبازين کي ڇڏي ڏيو... غريبن جي رت پيئڻ ڇڏي ڏيو... ڇو اڄ غريب اڃان به غريب ٿيندو ٿو وڃي ۽ شاهوڪار ان کان وڌيڪ شاهوڪار...“

## ڦٽن کي سڪوائي ”راڄ“

”پيارا ٻالڪو، پئسو ڪمائڻ ضروري آهي ليڪن جيڪو پئسو بي ايماني، فريب ۽ دولاب سان ڪمايو وڃي ٿو اهو پئسو نه فقط ٿورو وقت رهي ٿو پر اهڙي پئسي جي لاءِ پوئيتا ڪٽنب کي ڀوڳڻي پوي ٿي.“



# ايشور ڪٿي آ ؟

پپوءَ کي ڪلاس ماستر ٻڌايو هو ته ايشور هر هنڌ حاضر آهي ۽ هر هڪ ۾ سمايل آهي. اها ڳالهه پپوءَ کي سمجهه ۾ نه آئي هئي جيتوڻيڪ ماستر صاحب ان ڳالهه جي سمجهاڻي ڏني هئي. ٻئي ڏينهن پپوءَ پيءُ کان پڇيو، "پپا، اها ڳالهه ڪيتري قدر سچي آهي ته پرميشور هر هنڌ حاضر ۽ هر هڪ ۾ آهي، تنهن ڏينهن اها ڳالهه ڪلاس ماستر صاحب به ٻڌائي هئي ليڪن منهنجي سمجهه ۾ نه آئي تنهن ڪري مهرباني ڪري اوهين ڪا سمجهاڻي ڏيو."

پٽس چيس، "پٽ، اها ڳالهه سمجهڻ آسان آهي. هاڻ تون هيئن ڪر چڱي انداز ۾ لوڻ کڻي اچ. رات جو سمهڻ وقت اهو لوڻ ٻرال پاڻيءَ جي ٻاٽليءَ ۾ وجهجهه، اها ٻاٽلي صبوح جو مون وٽ کڻي اچج."

رات جو لوڻ ٻاٽليءَ ۾ وجهي صبوح جو پيءُ وٽ کڻي ويو.

پٽس چيو، "پٽ، لوڻ جيڪر پاڻيءَ ۾ وڌو هئين اهو هاڻي ڪڍي ٻاهر ڪر." اهو ٻڌي پپو ٿورو منجهي پيو. آخر پيءُ کي چيائين، "پپا، لوڻ ته پاڻيءَ ۾ صفا

ڳري ويو هو، ۽ اهو هاڻ ڪيئن نڪرندو!"

پيس چيس، "چڱو هاڻ هيئن ڪر. پاڻي جيڪو مٿاڇرو آهي اهو چکي ڏس ۽ ٻڌاءِ ته ان جو سواد ڪهڙو آهي؟"

پپو، "پتا، سواد لوڻاٺو آهي."

پتا، چڱو هاڻ تري جو پاڻي چکي ان جو سواد ٻڌاءِ." پپوءَ وري به پيءُ کي ٻڌايو ته پاڻيءَ جو سواد لوڻاٺو آهي."

پتا، "پٽ، هاڻ توکي لوڻ ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي ليڪن سارو پاڻي لوڻيل مٿان، وچ ۾ ۽ تري جو پاڻي لوڻاٺو آهي. لوڻ پاڻيءَ ۾ سمايل آهي پر توکي ڏسڻ ۾ نٿو اچي. توکي اها ڳالهه سمجهه ۾ آئي؟"

"ساڳئي طرح ايشور هر هڪ انسان، شيءِ، هوا ۽ پاڻيءَ ۾ سمايل ۽ هر هنڌ آهي ليڪن اسان کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي."

ان بعد پپو سمجهي ويو ته ايشور هر هڪ ۾ سمايل ۽ هر هنڌ حاضر ناظر آهي.

( وشنداس آسراڻي )

"ٻالڪو، گهڻا ئي ماڻهو لڪي ڇپي پاپ جا ڪم ڪندا آهن. هو ائين سمجهندا آهن ته اسان کي ڏسڻ وارو ڪوبه ڪونهي ليڪن جيئن جو ايشور هر هنڌ آهي سو ڪوبه هن کان لڪي نٿو سگهي.



# لڪشمي ديويءَ کان وردان

ڪنهن سيٺ خواب ۾ ڏٺو ته لڪشمي ديوي چئي رهي آهي ته: "سيٺ، هاڻي تنهنجا پڃ (نيڪ ڪم) ختم ٿي ويا آهن، ان ڪري مان هاڻي ٿورن ڏينهن ۾ تنهنجي گهران موڪلائي وينديس. توکي جيڪي مون کان گهرڻو هجئي اهو گهر."

سيٺ چوڻ لڳو: "سڀاڻي صبح جو پنهنجي گهر وارن سان صلاح ڪندس. جيڪي گهرڻو هوندو اهو تو کان گهرندس."

صبح ٿيو. سيٺ پنهنجي خواب واري ڳالهه گهر وارن سان ڪئي. ڪٽنب جي ڀاتين مان ڪنهن هيرا، جواهر گهرڻ لاءِ چيو ته ڪنهن سون جا ڍير، ڪنهن اناج، ته ڪنهن وري موٽر ۽ سندر بنگلو وغيره جي گهر ڪئي.

آخر سيٺ کي ننڍيءَ نهن چيو: "بابا! جڏهن لڪشميءَ کي وڃڻو ئي آهي ته اهي شيون ملڻ سان به اسان وٽ ڪين رهنديون. توهين هن کان اهو گهرو ته "سڄي ڪٽنب جو پاڻ ۾ پيار ۽ محبت رهندي اچي. گهر جي سڀني ڀاتين ۾ ايڪتا، ايڪمتي، پيار، محبت هوندي ته مصيبت جا ڏينهن به سولائيءَ سان

گذري ويندا.“

سيٺ کي اها ڳالهه ڏاڍي پسند آئي ۽ جڏهن رات جو وري خواب ۾ لڪشميءَ درشن ڏنس ۽ چوڻ لڳس: ”چئه سيٺ، ڇا گهرڻو اٿيئي؟“

سيٺ چيو: ”ديوي! اگر توهان اسان وٽان وڃڻ ٿي چاهيو ته، توکي ڪير روڪيون. پر هان، هيءَ هڪ وردان اسان کي ڏيئي وڃ ته ”اسانجي گهر ۾ هميشه سڀني جو پاڻ ۾ پيار، سڪ ۽ ميلاپ قائم هجي ۽ هڪ ٻئي لاءِ هڏ ڪري.“

لڪشمي چوڻ لڳي: ”سيٺ! توهان ته اهڙو وردان گهريو آهي جو مونکي ترت ڇڏيو. جنهن ڪٽنب جي پاڻين ۾ پريم ۽ ايڪتا هوندي، ته پوءِ انهن وٽان ڪيئن ٿي وڃي سگهان! جنهن گهر ۾ گهڻي، ڪلڪل، جهيڙو جهٽو ڪونه هوندو آهي مان اتي رهڻ پسند ڪندي آهيان.“

## ( ڀڳوان ٿنڌاڻي )

”ٻارو، ايڪتا ۾ ايشور راضي ٿئي ٿو.“



# ايشور ۾ اعتقاد

هڪ راڄا کي سنتان ڪانه هئي. ڏاڍا ڳڻيا ۽ دان ڪيائين ته پتر ٿئي پر سندس منو ڪامنا پوري ڪانه ٿي. پٽ ته پري رهيو پر ڌيءُ به نه ڄائس. راڄ جي جوتشين گرهه گوچر جاچي ائين ٿي چيو ته سنتان نصيب ۾ آهي ئي ڪانه. راڄا پنهنجي نصيب کي پٽي بس ڪري ويهي رهيو.

هڪ ڏينهن ٻاهران ديس جو هڪ جوتشي مهاراج جي راڄڌانيءَ ۾ پڌاريو. جڏهن راڄا جي سامهون اچي هڪدم چيائين ته "مان توهان جي اڇا پوري ڪري سگهان ٿو." اهو ٻڌي راڄا گد گد ٿي ويو. جوتشيءَ چيو "مهاراج! توهان جي راڄ ۾ جيڪڏهن ڪو به منش پنهنجو پٽ، ڪالي ديوي تي ٻل چاڙهڻ لاءِ ڏيندو ته توهان کي برابر پٽ ڄمندو. آهن ڪي اهڙا ماتا ۽ پتا جي پنهنجو پٽ پنهنجي راڄا جي گهر روشن ڪرڻ لاءِ ٻليدان واسطي ڪري ڏين؟" راڄا اها ڳالهه ٻڌي وسميءَ ۾ پئجي ويو. چوڌاري نهاريائين پر دربار ۾ سناٽو ڇانيل ڏٺائين. نيٺ راڄا گمڀيرتا وچان چيو "سڄي راڄڌانيءَ ۾ سونن ٽڪن جو ٿالهه ڦيرايو ۽ ڍنڍورو گهمارايو

وڃي ته ڪو به ماڻهو جيڪو رضا خوشيءَ سان پنهنجو پٽ بليدان لاءِ ڪيدي ڏيندو، تنهن کي اهو سونن ٽڪن جو ٿالهه به ملندو ۽ ٻيو به من مانگيو انعام ملندو.“

آڳيا جي دير هئي- سڄي ملڪ ۾ منادي ڦري وئي. ٻيو ته ڪنهن به انهيءَ منادي جي موٽ ڪانه ڏني پر هڪ ڪڙميءَ ۽ سندس زال پنهنجو هڪ پٽ ڪيدي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا. ڪڙميءَ کي ڇهه پٽ هئا ۽ سندس گذران ڏاڍو ڏکيو هو. محنت به ڏاڍي ڪندو هو پر هن کي اڌ پورنا لاءِ به ويلا ۽ ڪاٽو نصيب نه ٿيندو هو. خاص ڪري انهيءَ سال ته سندس فصل به ڏاڍو گهٽ ٿيو هو. ٻڪ جي ٻوٽ کي پچائڻ لاءِ ٻارڻ ۽ پنهنجي زال خواهه پنجن پٽن کي سک ڏيڻ لاءِ هن غريب ڪسان ڇاتيءَ تي پٿر رکي پنهنجي زال کي راضي ڪري پٽ وڪڻڻ لاءِ تيار ڪيو. سونن ٽڪن جو ٿالهه وٺي معصوم پٽ کي راجا جي ماڻهن سان راجا ڏانهن موڪلي ڏنو. ٻالڪ جي سٻاجهي صورت ڏسي راجا جو من لڏي ويو، پر پنهنجي ٻار جي پراپتيءَ جو خيال ڪندي هن پنهنجي من کي پڪو ڪيو. ٻن ڏينهن کان پوءِ ٻل چڙهڻو هو، سو اهي ٻه ڏينهن، آٺن ورهين جي ابوجهه ٻار کي خوب کارايو پيئاريو ويو.

اهو ڏينهن آيو- ٻار کي مندر ۾ آندو ويو ٻالڪ شرڌا سان هٿ جوڙي مٺڙي آواز ۾ چيو ”ماتا! تيري

جيڪو هــو " اهڙي ۾ کهار اچي ڪنار ڪٽي ٻـالڪ
اڳيان بيٺو. ٻـالڪ سندس پيارڪ صورت ڏسي حـيران
ٿي ويو. ڪڙڪ آواز ۾ کهار چيو " مالـا ڪان مهر مگ.
۽ تنهنجي قرباني قبول پوي!" ٻالڪ راجا ڏانهن منهن
ڪري چيو "منهنجو مالا ۽ پتا ڪٿي؟" راجا چيو "مالا
پتا ڪيئن پنهنجي ٻالڪ جي قربـاني پنهنجي اکين سان
ڏسي سگهندا؟" ٻالڪ گنڀير ٿي چيو " مونکي اچ خبر
پيئي آهي ته منهنجي مالا پتا مـون کـي وڪڻي ڇڏيو
آهي، مان مرڻ لاءِ تيار آهيان ٻـر مون کي هڪڙو مٽيءَ
جو ٿالهه گهرائي ڏيو." عجيب اچـا ٻڌي راجا منجهي
پيو - پر ٻار جي مرضي رکڻ لاءِ مٽيءَ جو ٿالهه آڻڻ جي
آگيا ڏنائين. جيستائين مٽيءَ جو ٿالهه اچي تيستائين ٻالڪ
اکيون پوري پرارٿنا ڪئي. اکيون کوليائين ته مٽيءَ جـو
ٿالهه سندس سامهون رکيو هـو. مٽي زمين تـي لاهي
انهيءَ مان چار دڳهڙيون ٺهيائين. الي جو الي هڪ هڪ
ڪري ٽي دڳهڙيون ڊاهي ڇڏيـائين باقي چوٿين دڳهڙي
جنهن جو ٽٽڻ ڇڏي مهاراج کي چيائين "مهاراج! مان تيار
آهيان." راجا چيو " ٻـر تو هي ڪيو ڇا؟" ٻالڪ چيو
" پهرين دڳهڙي پتا جي ڏالم جو پتا مونکي وڪڻي ڇڏيو.
ٻي دڳهڙي مالا جي ڏالم جو هنجو پيار ٻـ. ڪوڙو ثابت
ٿيو. ٽين دڳهڙي لوهان جي ڏالم جو اج پروڙ-م ته راجا
مونکي پنهنجو پٽر نٿو سمجهي ۽ منهنجي قرباني ڏيئي

پنهنجي پٽ جي اڳيان ٿو رکي. باقي چوٿين ڏهاڙي ڇڏيم جا آهي ڀڳوان جي. پتا، ماتا ۽ راجا مون لاءِ مري چڪا پر ڀڳوان اڃا جيئرو آهي. ماتا مون کي ٻڌايو هو ته ايشور پنهنجي ٻچڙن جي هميشه رکيا ڪندو آهي. جڏهن منهنجي سڀني ڪٽنبي وڃي ڇڏهن اها ڀڳوان جي ڏهاڙي به لوهيءَ (مهاراج) پنهنجي پيرن سان ڏاهي سٽي. ملڪ ۾ اهو پڙهو گهمائجو ته هن سنسار ۾ ڀڳوان به مري چڪو آهي." راجا جي اکين ۾ آنسو اچي ويا. اڳيان وڌي وڃي ٻالڪ کي پنهنجي سيني سان لڳايائين. ٻالڪ جي پيشانيءَ کي چمندي چيو، "نه ٻچا نه! ڀڳوان جي ڏهاڙي ڪڏهن نه ڊهندي. هو جيئرو آهي ۽ جيئرو ئي رهندو. چوطرف نهاري چيائين "ٻار جو بليدان نه ڏنو ويندو. هن ٻالڪ کي راج تلڪ ڏنو ويندو. هي ساڌارڻ ٻار نه آهي پر رشي آهي. مان هن ٻالڪ کي پنهنجي گود ۾ ٿو وٺان." ڪهار هٽي ويا. ٻالڪ کي راج تلڪ ڏيئي راجڪمار بڻايو ويو ۽ راجڌانيءَ ۾ آنند ڇانئجي ويو.

( ڏ. م. درشن )

ڀل مٽ مائٽ منهن موڙي وڃن، ملڪ جي راڄا جي من ۾ ڪيڏا اچي وڃي پر سائين پنهنجن پيارن کي ڪڏهن ڪين ڇڏيندو آهي. جنهنجو پرڀوءَ ۾ پورن وشواس آهي انهيءَ ڪشٽ نه ناس ٿين ٿا پر انهن جا ڀاڳ به کلن ٿا. شل انهيءَ ٻالڪ وانگر ايشور ۾ اعتقاد رکون ۽ پنهنجو ڀاڳ بلند ڪريون.



# جنهن جو ڀروسو ڀڳوان تي ....

ڊاڪٽر ٻڌائيندي چيو، "آپريشن کانسواءِ ٻيو ڪو رستو ئي ڪونهي." اهو ٻڌي مونکي جهٽڪ شاڪ اچي ويو.

جس لوڪ اسپتال ممبئيءَ ۾ ڀرتي ٿياسين. آپريشن ٻئي ڏينهن ٿيڻو هو. اسپتال ۾ داخل ٿيس جهٽڪ پاڻکي پرماتما جي حوالي ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن اسر جو آپريشن ٿيو. ننڍي ڊاڪٽر آٿت ڏيندي چيو، "آپريشن ڪامياب ويو- لون ڪو خيال نه ڪر."

بيماريءَ ۾ ڊاڪٽر به ڀڳوان جا هڪ قسم جا فرشتا ٿيندا آهن. جڏهن هن آپريشن جي ڪاميابيءَ لاءِ آٿت ڏني اُن وقت دلجاءِ ٿي. وڏي ڳالهه ته ننڍي ڊاڪٽر جو ورتاءُ ڏاڍو فضيلت ڀريو ۽ سٺو هو. هن جي سڀاءُ ۽ ورتاءَ جهٽڪ اڌ ڏک ڪٽي ٿي ڇڏيو. مان هن جي هلت مان ڏاڍو خوش هوس ۽ پاڻکي ڀاڳوان پئي سمجهيو.

مقرر ڏينهن آپريشن واري هنڌ جي پٽي کولڻ لاءِ ننڍو ڊاڪٽر آيو. ڊاڪٽر اچڻ سان مشڪيو ۽ حال احوال ورتو. هن پٽي کولي ۽ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خوشيءَ

مان موٽڪي واڌايــون ڏيندي چيو ته، "مسٽر آسراڻي! نوڪري اسپتال مان ٻن ڏينهن بعد موڪل ڏني."

بيمار، اسپتال ۽ بيماريءَ مان نوبت نه نڪري، ڪنهن نه خوش ٿيندو. آءٌ به بيحد خوش ٿيس.

ڪن ساعت ۾، اوچتو وات مان رڙ نڪتي، "ڊاڪٽر! هي ڇا ڪيئه!!"

اکين اڳيان اونده ۽ دل ڌڙڪڻ لڳي...

آپريشن واري هنڌ تي ڊاڪٽر جو هٿ لڳي ويو. آپريشن جي ستياناس، ساري محنت ۽ ڪمائي ڪٿ!

ڏٺم ڊاڪٽر جي منهن تــان مشڪ ۾ ڪري اُڏامي وئي، سارو پگهر پگهر ۽ پيلو ٿي ويو .. نرس ڏڪڻ لڳي...

هاڻ ڇا ٿيندو! اهائي سيني جي اندر ۾ آنڌمانــڌ هئي. هڪدم وڏي ڊاڪٽر کي فــون ڪري گهرايو ويو. وڏو ڊاڪٽر آيو غصي ۾ ڳاڙهــو ٿي آيو. ڀلا ڪنهن نــه ٿيندو. سندس ڪئي ڪمائي ڪٿ جــو ٿي.

ڊاڪٽر کي ٻڌايو ويو ته اهو سڀ مريض جي الغرضائيءَ جو نتيجو آهي. سو اچڻ سان مونکي ڇڙٻ ڪيائين. هڪ طرف سرلو ۾ بيپرواهه ٻئي طرف ڊاڪٽر جي ڪاوڙ. جنهن لاءِ وڏو اچي معتلو پيدا ٿيو. اگر نو سچ چوان ته ڊاڪٽر جي نوڪري ختم! مون سوچيو ته ڇا مان ڊاڪٽر جــي

فرض آهي تہ ڪجهہ ٻئي جي مدد ڪري پوءِ ڇو ڪين انهن ڪرڻ ۾ ڪجهہ وڃائڻو نہ پوي."

آخر موهن بہ ڀڳوان تي ڀروسو رکي من ۾ پڪو پڻ ڪيم تہ ڊاڪٽر خلاف ٻرڪ نہ ٻاڦيندس. اڳتي جيڪي قسمت ۾ لکيل هوندو اهو ٿيو پوندس.

ننڍي ڊاڪٽر گهٻراهٽ واري آواز ۾ وڏي ڊاڪٽر کان پڇيو، "ڊاڪٽر صاحب! مريض هاڻ وري ٺيڪ ٿي سگهي ٿو؟"

ڊاڪٽر، "مريض کي آپريشن واري جاءِ تي اهڙي چوٽ رسيل آهي جو ڀيهر ٺيڪ ٿيڻ مها ڪٺن آهي. اهڙن ڪيسن ۾ مشڪل سان هڪ ٻہ سيڪڙو ڪاميابي ملندي آهي. اگر مريض ڀڳوان کي پيارو هوندو تہ ٺيڪ ٿي سگهي ٿو نہ تہ مشڪل آهي."

ڊاڪٽر وري غصي ۾ موهن کي ڇڙٻ ڪندي چيو، "اهو سڀ ڪيئن ٿيو. سچ ٻڌاءِ؟"

موهن تہ اڳيئي پڻ ڪيو هو تہ ننڍي ڊاڪٽر خلاف ڪجهہ ڪونہ ٻوليندس. سو ڊاڪٽر کي چيو، "جيڪي قسمت ۾ لکيل هو، اهو ٿي ٿيو. وڌيڪ ڇا چوان؟"

ڊاڪٽر وري بہ غصي ۾ ڪجهہ چوندو ويو.

شام جو ڪٽنب جا ڀاتي آيا. صبح جو موهن کي

وڻا. اهڙي حالت ڇو ٿي تنهن لاءِ هنن ٻئي پڇيو. مون کين ڪجهه ڪين ٻڌايو. نه فقط ايترو پر پاسي ۾ جيڪو مريض هو تنهن کي به عرض ڪيو هو نه هو ڪنهن کي ڪين ٻڌائي. اهو سڀ ان وچار کان ته متان ڪو پاڻي وڌي ڊاڪٽر کي نه ٻڌائي.

آخر گهٽي وقت ۾ انتظاري وغيره کان پوءِ مون کي ڇٽي موڪل ملي ۽ اسپتال ڇڏي.

## ( وشداس آسراڻي )

( جنهن پروسو ڀڳوان تي، ان جو وار نه ٿئي ونگو. ڀڳوان انهن جي پاڻهي سار لهندو آهي. )



# سوارٿي، اِنسان دوکو کائي ٿو!

مڌيه پرديش جي هڪ شهر ۾ راملعل نالي هڪ شاهوڪار رهندو هو. اُن جا ٻه پٽ نوڪري ڪندا هئا. سندس ٻئي پٽ آگياڪاري هئا. سڀو ڪٽنب سک سان پيو وقت گذاريندو هو. جڏهن سيٺ ٻڍو ٿيو، خيال ڪيائين جيئن جو ٻئي پٽ آگياڪاري آهن پوءِ ڇو نه کين ڌن دولت ورهائي ڏيان. سو هن ساري دولت ٻارن ۾ ورهائي ڇڏي. ٿوري مدت کان پوءِ ٻڍاپي ۾ سندس پٽ هن جي ڪابه چنتا نه ڪرڻ لڳا.

راملعل کي دک ٿيو ۽ دکي گذارڻ لڳو. بسترو ميرو، ڪپڙا ڦاٽل ۽ ميرا هوندا هئس روٽي به وقت سر ڪينڪي ملندي هئس.

هڪ ڏينهن هن جو جهونو متر راجپال هن جي گهر آيو سندس اهڙي حالت ڏسي ڏاڍو دک ٿيس. راجپال هن کان دکي ٿيڻ جو ڪارڻ پڇيو. تنهن تي راملعل ٻڌايس ته سڀو ڌن پٽن کي ڏئي ويٺس! چوڻ لڳو اڄ ڪلهه عام ماڻهو ته ڇڏيو پر اولاد به خود مطلبي ۽ سوارٿي ٿي پيا آهن. جيستائين ماڻهوءَ وٽ مال آهي تہ، دوست

۽ سچو ڪٽنب پوڄا ڪري ٿو پر پوءِ جڏهن ماڻهوءَ کان
ملڪيت موڪلائي وڃي ٿي ته ڪوئي ٻه سندس اوڏو
ڪونه ٿو اچي ۽ ٻيا فڪر ۽ وقت مهل ڪم نٿو اچي.

ڪجهه سوچڻ بعد راجپال پنهنجي مٽر راملعل کي
چيو ته جڏهن تنهنجا پٽ گهر اچن ته انهن کي چئجه ته
راجپال ڏانهن ڪي هزار روپيه رهيل آهن. سو ان وٽان
اُها پيٽي جنهن ۾ رپيا پيا آهن گهر کڻي اچو. اُها پيٽي
پنهنجي هٿ هيٺ رکي ٻين کي چئجان ته جنهن کي
ستو سمجهم تنهن کي ڏيندس." صبح جو جڏهن وڏو
پٽ آفيس وڃڻ لڳو ۽ ننڍو پٽ ٻاهران ايندو هو ته راملعل
ان کي گهرائي چيو ته هن سرير جي ڀروسو نه آهي
منهنجي دوست راجپال وٽ ڪي هزار آهن، آفيس کان
موٽندي چئجانس ته " ٻاپ چيو آهي ته امانت موٽائڻ
جي مهرباني ڪرڻ."

ٻئي ڏينهن تي راجپال هڪ پيٽي کڻائي آيو، جا
راملعل پنهنجي پلنگ هيٺان رکي ڇڏي. ان کانپوءِ
سندس پٽ ۽ نونهن هڪ ٻئي کان وڌيڪ اڳي پوڻ لڳس
۽ خوب ڪاڌي پيتي، وغيره ۾ ٻئي جي خوشامد ٿيڻ
لڳي. ان ڏينهن کان وٺي راملعل کي گهر اندر هڪ الڳ
ڪمرو مليو، نئون صاف سٿرو بسترو مليو. صاف ۽ سٺا
ڪپڙا مليا. روٽي کائڻ مهل سٺي سنڀار ٿيندي هئس.
هاڻي راملعل جا ڏينهن سٺا گذرڻ لڳا.

ٿورن سالن بعد سيٺ راملعل سرڳواس ٿيو. سڀئي گڏجي هن جو شراڌ ڪيو. ٿورن ڏينهن بعد ڏڏجي رپين ورهائڻ لاءِ چابيون ڪڍي پيٽي کولي. ڇا ڏسن ته رپين بدران ٺڪر ۽ پٿر پيا آهن! اهو ڏسي سڀ حيران ٿي ويا ويتر اُن مان هڪ چٺي نڪتي. ان ۾ لکيل هو ته، ”او نالائق پٽرو! اوهان پنهنجو فرض وساري ٻڍاپي ۾ مون کي ڏکي ڪيو هو تنهن ڪري مان پنهنجي راجپال جي صلاح سان ٺڪر ۽ پٿر صندوق ۾ ڀرائي اوهان کي رپين جي لالچ ۾ ٻڌي سٺو گذران ڪيم ۽ منهنجي مثال مان ٻين ٻڍن کي سکيا وٺڻ کپي ته سنساري دنيا سوارٿي آهي!

( وشنداس آسراڻي )

”جيڪو اولاد فرض ادائيءَ کان کسي ٿو ۽ وڏن ڏانهن بيپرواهي ڏيکاري ٿو سو اَنت ۾ ڏوکو کائي ٿو.“



# پوڙهيءَ سان پيار

مانجهند جو شهر سنڌ ۾ سنتن جي هڪ جهوني درٻار کان مشهور هو. اُن درٻار جو هڪ نامارو گديسر ڀائي ڌرمداس ٿي گذريو آهي. هن سنت جي ورسي هر سال وڏي ڀيڪي سان ملهائي ويندي هئي. اُن ورسيءَ لاءِ سنڌ جو مشهور (شهيد) ڀڳت ڪنوررام پڻ پنهنجي ڀڳت وجهڻ ويندو هو.

ورسيءَ جو ڏينهن ويجهو آيو. اُن درٻار جي گديسر بابا ديويداس ٻن برهمڻن کي رهڙڪيءَ ڏانهن، ڀڳت ڪنوررام وٽ موڪليو ته هو ڀڳت صاحب کي ورسيءَ تي اچڻ لاءِ نوتو وڃي ڏين.

ٻئي برهمڻ رهڙڪي پهتا. هنن ڀڳت صاحب جي ٻهما؛ نالو ٻڌو هو پر اکين سان ڪڏهن ڏٺو ڪونه هو. هنن رهڙڪي پهچي ڳوٺ جي هڪ رهواسيءَ کان پڇيو، "ادا، ڀڳت ڪنوررام صاحب ڪٿي آهن؟

هن شخص وراڻيءَ ۾ چيو، ادا، ڀڳت صاحب، مٿي تي مٽيءَ سان ڀريل لغاري کنيو پيو، سامهون اچي.

اهو ٻڌي هو عجب ۾ اچي ويا، ڪين اعتبار ٿي

ڪونه اچي! ڀلا هند سنڌ ۾ مشهور ڀڳت ڪنورام ٻاجهارو، غريب نواز، جنهنجي ٻڌڻ چمڙ لاءِ لڪشمي سدائين ليار، سو اهڙو سادو ۽ نغاري ٻوئيندڙ ڪيئن ٿو ٿي سگهي! اها ڳالهه سندن دماغ ۾ ئي ڪين ٿي وڻي.

هڪ ٻرهمڻ ڪيس چيو، ”ادل! اسان پرديسين سان اهڙا چرچا ڇو ٿا ڪريو؟ ڪهڙڪي آهي سنت سترامداس جو گهر، الي جا ماڻهو پرديسين سان اهڙا چرچا ڪن، سا ڳالهه توهان کي ڪونه ٿي سونهين!

هن چيو، ”ادل! اهو چرچو ڪونه ٿو ڪريان. اها حقيقت اَٿو ته اهو صاحب، ڀڳت ڪنورام آهي.“

هنن کي وري به اعتبار ڪونه ٿئي آيو. ان وچ ۾ ڀاڻ ڀڳت ڪنورام نغاريءَ سوڌو اُنهن جي اڳيان اچي نڪتهيو ۽ سندن ڳالهه ٻڌي پڇيائين، ”اهـا، اوهان کي ڇـا کپي؟“

هڪ ٻرهمڻ، ”اسان مانجهندن، ڀائي ڏرمداس جي دربار مان آيا آهيون. اسان ڀڳت ڪنورام صاحب کي ونيه ڪرڻ آيا آهيون تـه هو صاحب ورسيءَ لـي هلن. اسان هن شخص کان پڇون ٿـا ته ڀڳت صاحب ڪٿي آهن! پر هيءُ ته اسان پرديسين سان چرچو پيو ڪري ۽ چوي ته توهين ڀڳت صاحب آهيو!“

ڀڳت ڪنورام کلي ڪري چيو، ”آهـا! ڀلي آيا.

"ڪنور هن مٽيءَ جي پتلي جو نالو آهي." اهو ٻڌي پرماڻي وائڙا ٿي ويا. هنن شردا وچان ڀڳت صاحب جي چرنن ۾ ڪري پيا.

ڀڳت ڪنور رام جڏهن ڀڳت وجهندو هو، ڪيس. جهجهو پئسو ملندو هو. پر هو اُن مان پائي به شخصي ڪم ۾ ڪم نه آڻيندو هو. سڀ لولن لنگڙن ۽ غريب ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. هو پنهنجي پورهئي مان ڪمايل ناڻو ئي ڪٽنب لاءِ خرچيندو هو.

( ديپچندر ٽلوڪچند )

( پورهيو ۽ محنت ڪري جو ڪمائجي ٿو ۽ ان مان خرچجي ٿو ته اُن مان ڏاڍو آنند ايندو آهي.)



# هوٽل بواءِ مان ڊپٽي ڪليڪٽر

هڪ نائڪ نالي شخص هو. هو سئنڊس روڊ اسٽيشن طرف رهندو هو. آءٌ ان وقت سئنڊس روڊ اسٽيشن تي ٽڪيٽ ڪليڪٽر هوس. شري نائڪ ڪٿي نوڪري ڪندو هو. هو جڏهن به لنگهندو هو ته رام رام ڪندو ويندو هو. هن جي ٻگهار پوري ساري هئي. هو حال احوال ڏيندو هو. سندس آمدني گهٽ، خرچ وڏو هوس تنهڪري منجهيل هو. هڪ ڏينهن هن سان ١٠-١٢ سالن جو پٽ هو، ان ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، ”هن کي، هاڻ پڙهائي ڇڏائي، ڪٿي هوٽل وغيره ۾ نوڪري ڪرائيندس. هڪ ته پنهنجي ٻگهار پوري پوي ڪونه ٿي ۽ ٻئي طرف پڙهائيءَ جو ايترو ته ڳاٽي ڀڳو خرچ آهي جو سهڻ کان پري آهي. هاڻ ٻڌاءِ مان ڇا ڪريان؟“

مون چيومانس، ”تون جيڪي چوين پيو سو ٺيڪ ٿو چوين پر منهنجي توکي صلاح آهي ته پٽ جي پڙهائي ڪونه ڇڏاءِ. تون وڌيڪ آمدنيءَ لاءِ ڪو ڌنڌو ڪر يا ڪٿي اوور ٽائيم ڪري پورت ڪر. ٻر ٻار کي تعليم ضرور ڏيار. ٻار ڏسڻ ۾ سياڻو ۽ ڦڙت ٿو اچي. ضرور

پڙهڻ ۾ چاهه هوندس."

شري نائڪ وراڻي ۾ چيو، "توهان جي ڏنل صلاح ته بيشڪ سٺي آهي ۽ وڏڪ گهر ۾ صلاح ڪندس. هيءُ پڙهڻ ۾ هوشيار به آهي."

آخر هن ٻار کي پڙهائڻ جو فيصلو ڪيو. ٻار جڏهن به مائٽن سان گهمڻ، يا اڪيلو ڪيڏانهن ويندو هو ته هو پنهنجي پرسان اچي ويهندو هو. هو ڏسڻ ۾ سانجهو، سياڻو، ڪلمڪ، قدرت جو وڻندڙ ٻار هو. جيستائين مان کيس پيار ڀريو هٿڙو نه گهمائيندو هوس تيستائين کيس ويچاري دل ڪانه ٺهندي هئي. مون کي به هو وڻندو هو سو کيس خوشيءَ سان هٿڙو گهمائيندو هوس.

هڪ دفعي ڀوري بندر اسٽيشن طرف وڃي رهيو هوس ته اوچتو ڪن تي آواز پيو، "ماسٽر صاحب، ماسٽر صاحب...." مان بيهي رهيس. اوچتو ڏٺم ته شري نائڪ پريان لڪڙو لڪڙو موڏانهن اچي رهيو هو، شري نائڪ قريبن ١٧-٢٠ سالن پوءِ مليو هو. کيس ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي. مان ڪانئس سندس پٽ لاءِ اچا پڇڻ وارو هوس ته هُن وچ ۾ چيائين، "تنهنجو ننڍڙو دوست، تنهنجي لاءِ رام رام لکندو آهي...."

آءٌ اندر ۾ عجب کائڻ لڳس ته هيءُ ڪنهن لاءِ چئي رهيو آهي!

شري نائڪ مشڪي چيو، "مان پنهنجي پٽ لاءِ

ڇڏي رهيو آهيان ..."

مان الاوليءَ مان پڇيو مانس. "هو هاڻ ڪٿي آهي، ڪٿي ڪم ڪندو آهي؟"

نائڪ، "هو علي باغ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر آهي...."

اهو ٻڌي مون کي اهڙي ته خوشي ٿي جيتري پنهنجي ٻار لاءِ ٿيڻ گهرجي. مون کيس چيو، "هو جڏهن به هتي اچي ته مون ڏاران هنکي پيار جو هٿڙو گهمائجانءِ ۽ مون کي خبر ڏج." اسان پاڻ ۾ ڪجهه حالي احوالي ٿياسين. پوءِ بندر اسٽيشن تي پهتاسين. هو پنهنجي ٽرين ۾ ويٺو ۽ مان پنهنجي ٽرين ۾.

شري نائڪ بنگلور طرف جو آهي سو خبر نه آهي ته هو هاڻ هتي آهي يا نه.

## ( وشنداس آسراڻي )

( ٻارو پڙهو، خوب پڙهو، پڙهڻ سان ئي توهان مان به ڪو ڊپٽي ڪليڪٽر، ڪليڪٽر يا ٻئي وڏي عهدي تي پهچي سگهي ٿو. هونئن به علم انسان جو ٽيون نيتر آهي. هر کيتر ۾ ملهائتو ۽ ڪمائتو آهي. انسان علم کانسواءِ آهي انڌو ...... )



# جنجي دوستي شراب سان

# تنهنکي دشمن جي ضرورت ئي ڪانهي

”آه وشنداس! آهين ڪٿي؟ هيتر اچا توکي ياد ڪيو.“ مينگهراج چيائين.

”ياد ڪيو، تڏهن ته حاضر ٿيو آهيان. ڇو؟“ مون چيو.

مينگهراج، ”هل، توکي هڪ هنڌ وٺي ٿو هلان“.

مون، ”نه، مون کي هڪ هنڌ وڃڻو آهي. وقت ڏنل آهي.“

مينگهراج، ”هڪ نيڪ ڪار لاءِ توکي هلڻ گهرجي. هڪ ڪٽنب ۾ ڏڦير پيل آهي. شل اسان جي هلڻ ۽ ڪوشش سان اهو ڪٽنب ٺهي پوي. توکي جنهن هنڌ وڃڻو آهي اُتي ڪري پٺي ڏهين وڃجانءِ.“

مون، ”اوهان کي ان لاءِ اُلـي گهرايو ويو آهي سو توهان ضرور وڃو، باقي مان ڪنهن اڻواقف گهر ۾ ڪيئن هلان.“

مينگهراج، ”نه، تون ته ان شخص کي چڱيءَ طرح سڃاڻين. سو توکي ته هلڻ گهرجي.“

شري مينگراج چاٻڙيا هڪ سماج سڌارڪ، ڌارمڪ ۽ ڀڳتي پرچارڪ ۽ نيڪ ڪارن ڪرڻ تي گذريو آهي. شري چاٻڙيا پنهنجي موٽر ۾ سائن ۾ وٽي هليو، هڪ شاندار بلڊنگ جي فليٽ وٽ پهچي گهنٽي وڄائي، در کليو، ڪيڪاريو ويو. شري چاٻڙيا پلنگ تي سميل هڪ شخص سان هٿ ملايو. مون ڪيس ور ور چتائي ڏٺو. آخر ڪيس سڃاتو. مان ڪجهه ڪڇان ٿي ڪڇان ڪان اڳ، ان شخص چيو، "آءٌ وشنداس، گهڻن ڏينهن کان پوءِ تو ڏسڻ ۾ اچين؟"

مون، "اڄڪلهه، توهان به پنهنجي آفيس ۾ ڏسڻ ۾ ڪونه ايندا آهيو."

"ها، گهڻي وقت کان بيمار جو آهيان هاڻ ته اٿڻ ويهڻ کان به لاچار آهيان. هاڻ ڪا دعا ڪر ته ڏڻي ڏينهن پورا ڪري .."

شري ... هڪ واپاري هو. قرب وارو هو. ڪيڪاري ملندو هو، حالي احوالي ٿيندو هو. اڄ سندس اهڙي دردشا ڏسي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. پهرين مون سمجهيو ته هي حالت شايد ڪنهن بيماريءَ ڪري ٿي آئس پر نه .....

شري مينگهراج سندس ڪٽنب سان حالي احوالي ٿيو. گهر جي مالڪياڻيءَ چيو، "بس! سارو ڏينهن پيو پيئي ۽ پيئي، ڪيس منع ئــا ڪريون ته مار ۽ گارين جو

وسڪارو پيو پوي. ڪڏهن ڪڏهن ته ڪاڪوس ۽ پيشاب به بستري ۾ ئي ڪري ڇڏي. اسان ته ڏاڍو ڦاٿا آهيون. هاڻ توهان ئي صلاح ڏيو ته اسان ڇا ڪريون. ڇا؟ کيس اڪيلو ڇڏي اسان ٻئي هتي وڃي رهون. ڇا اهو نيڪ ٿو لڳي؟ کيس توهان ڪجهه سمجهايو ته پيئڻ گهٽ ڪري"

ان بعد ونس ولاسين، کيس ڪجهه چيوسين.

هن وراڻيو، "توهانجي ڳالهه ۽ صلاح بيشڪ مڃڻ جوڳي آهي پر پاڻي مٿي تائين اچي چڪو آهي. اڳي شراب کي مان پيئندو هوس پر هاڻ شراب مون کي پيئي رهيو آهي. مان شراب جي وس آهيان. شراب منهنجي وس ۾ نه آهي. اڳي شراب کي پنهنجو دوست ۽ مٽر سمجهي پيئندو هوس. هاڻ شراب مون کي دشمن وانگر چوسي ٻري طرح بيڪار ۽ بيزار ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ ٻڌايو مان ڇا ڪريان؟ ڇڏي ڇڏيو مون کي پنهنجي قسمت تي، ڪفت ڪٺالا وغيره پوڻ ڏيو."

اسان سندس ڳالهيون ٻڌي ماٺ ۾ اچي ويهاسين. ڪنهن سندس ڪنڌ مان آواز ڪيو، "مري ته نٿو، آزار کان ته ڇٽي پئون."

مون شري مينگهراج کي ڪن ۾ چيو، "ٻڌايو، هن حالت ۾ اسان ڇا ٿا ڪري سگهون."

ٿورو ترسي، اسان هڪ قسم جي هار کائي اتان نڪتاسين.

اڄڪلهه نوجوان ننهي سنگت جي رنگ ۾ اچي اهڙيءَ ته اونهيءَ کڏ ۾ وڃي ٿا ڪرن جتان پاڻ نڪري نٿا سگهن پر پيا به ڪين مشڪل سان ٻچائي ٿا سگهن. سياڻو شخص اهو آهي جيڪو اڳ ۾ پوءِ ويچاري ٿو، پرو پلو سوچي ٿو.

اها هڪ افسوس جي ڳالهه آهي جو ڪي نوجوان بري سنگت جي اثر ۾ اچي نشو پتو (جوئا) ڪن ٿا. پهرين ته ڪين ڪا سڌ بڌ يا خبر ڪين ٿي پوي پر پوءِ شوق ۾ هوش وڃائي ٿا وهن ۽ اهڙيءَ ته اونهيءَ کڏ ۾ وڃي ٿا ڪرن جو نه فقط پنهنجي بربادي ۽ تباهي ٿا آڻين پر تنهن سان گڏ پنهنجي خاندان ۽ ڪٽنب لاءِ ٽڪي، ڪلنڪ ۽ خواريءَ جو باعث ٿين.

ائين ته هر بري عادت آئينده اونداهو ڪندڙ آهي پر سڀني برائين جو بادشاهه **دارون يا شراب** آهي. ايشور انسان لاءِ پاڻي پيدا ڪيو پر انسان پاڻ کي پسون بڻائڻ لاءِ شراب بڻايو.

انگلنڊ جي مشهور ڪويءَ شيڪسپيئر چيو آهي، "**او شراب**، اگر تنهنجو ڪو نالو نه آهي ته، اسين تنهنجو نالو **شيطان** ٿا رکون ... انسان جڏهن اُن شيطان کي پنهنجي اندر اچڻ ٿو ڏئي- تڏهن هو، انسان جي دل، دماغ ۽ عقل کسي ۽ ڪٽي ٿو وڃي. آخر ۾ اهو **شيطان**،

انسانيت جو دشمن، انسان کي پسون يعني حيوان ڏو بڻائي ڇڏي."

هڪ انگريزي چوڻي آهي تہ، "شراب ڀهران مٽر، پوءِ دغاباز ۽ آخر ۾ دشمن آهي."

انسان شراب جهڙي شيءِ ۾ همت، آنند، سک ۽ سنتوش سمجهي ٿو پر آخر ۾ کيس ملي ڇا ٿو؟ سروناس، ستياناسي.

شرابي سيمنا جو دشمن، تن جو ناس ڪندڙ، پڌي ۽ عقل پرشت ڪندڙ، ڪال جو دلال، آئينده جو بکاري، سنتان ۽ ڪٽنب لاءِ ڪلنڪ ۽ شرمساري، پاڙيسرين لاءِ آزار ۽ خود لاءِ خواري آهي. هو تن گهٽائيندڙ، گهر جو آنند، خوشي ۽ ٻڌي وڃائي ٿو. ٿوريءَ ۾ "شرابي پشون ۽ راڪاس آهي."

هڪ چوڻي آهي، "اگر ڪو پنهنجي خوشيءَ سان پاگل بڻجڻ چاهي تہ پوءِ هو شراب ورتائي."

جپاني چوڻي آهي، "اول، انسان شراب پيئي ٿو پر پوءِ انسان کي شراب پي وڃي ٿو."

برٽويءَ لي جيتري بربادي جنگين آندي آهي، ان کان وڌيڪ بربادي شراب آندي آهي. سڀني ڏوهن جو جنم داتا شراب آهي.

سماج سڌارڪن جو چوڻ آهي، "اگر سڀ شراب

پيئڻ بند ڪن ته جيڪر ڏوهه سڀ بند ٿي وڃن"

شرابيءَ لئي جڏهن نشي جو راڄ ٿئي ٿو تڏهن هن جا گڻ، بڌي، عقل، هوش، سڌ سماءُ، سمجهه، بوجهه سڀ غم ۽ غائب ٿي ٿا وڃن. هو نشي ۾ پنهنجا سڀ راز بڌائيندو آهي. اهي انهيءَ ڪري سي. آءِ. ڊي پوليس ڏوهين کي پڪڙڻ لاءِ گهڻو ڪري شراب جي گتن لئي چڪر هڻندي هئي.

سر وائٽ رالي‌ءَ چيو آهي ته، "شراب کان سواءِ ٻيا سڀ اوگڻ چڱا آهن ڇاڪاڻ ته ٻين اوگڻن يا برائن مان پنهنجي جند آزاد ڪرائي سگهي ٿو پر شرابي پنهنجو پشوپڻي جي عادت کان ڪڏهن به جند آزاد نٿو ڪرائي سگهي جيستائين هو حيات آهي. جيئن ڪيڙو ڪنهن وستوءَ کي اندران ئي اندران کائي کس کوکو ۽ نڪمو بڻائي ڇڏيندو آهي، اهڙيءَ طرح شراب به انسان جي سرير ۽ من کي اندران ئي اندران کائي کس کوکو بڻائي نيست ۽ نابود ڪندو آهي."

شيڪسپيئر چيو آهي، "شرابي مورکتا ۽ چريائيءَ جي تصوير آهي. انسان پهرين ٻڪ سان مورک، ٻئي ٻڪ سان پاڳل ۽ آخر انهيءَ ۾ ٻڏي ۽ ختم ٿي ٿو وڃي."

هڪ مزيدار ڪهاڻي آهي:-

هڪ دفعي هڪ راجا پنهنجي مکيه منتريءَ جي چونڊ ڪرڻ ٿي چاهي. انهيءَ عهدي لاءِ ڪي اميدوار اچي

ڪٺا ٿيا. هر ڪو اميدوار عهدي لئي چونڊجي اچڻ لاءِ پنهنجي لياقت ۽ ڏاهائي پيش ڪرڻ لڳا. بخار پنهنجا گڻ ٻڌايا. مرگهيءَ پنهنجو طرف پيش ڪيو. سلهه چيو، ”مان سڀني کان ٻلوان آهيان، انسان هزارين حيلا هلائي، پر مان پنهنجي مقصد لئي اڏول، پختي آهيان.“ ڪالرا ۽ ڪئنسر پنهنجي وڏائي ۽ لياقت پيش ڪئي. آخر ۾ جهومندو ۽ لڏندو شراب آيو. هن وڏي واڪي سڀني کي للڪاريندي چيو، ”هتان اوهان سڀ هٽي وڃو. توهين سڀ ڪوڙا، ڪچا ۽ ٻاوٽي آهيو. اجايون ڳالهيون ٻڌائي پنهنجي وڏائي پيا ڪريو. ڇا! اهو اوهان کان ڳجهي ويو آهي ته اوهان سڀني کي جنم ڏيڻ وارو صرف مان ئي آهيان.“

هي راجا، اهو ٻڌي کليو. هن شراب جي دليل بازي ۽ حقيقت کي تسليم ڪيو. هي راجا کيس پنهنجو مکيه منتري چونڊيندي کيس ڌنيواد ڏنو ۽ چيو، ”بيشڪ دنيا ۾ گهڻي ۾ گهڻي تباهي تو آندي آهي.“

مٿين ته ٿي هڪ ڪهاڻي. هاڻ اچو ته روزمره جي ڪي ڳالهيون ٿين ٿيون، اهي ٻڌون:

اهو درشيه ته سڀني ڏٺو هوندو ته ڪيترا شراب ۽ دارون پيئندڙ رستن تي ڪتن وانگر پيا هوندا آهن. هر ڪو لنگهندڙ کين ڌڪار جي نظر سان ڏسندو آهي.

هڪ ڏينهن هڪ ماڻهو دارون پي رستي تي هڪ

ديوار کي ٽيڪ ڏيئي ويٺو هو، سندس وات کليل هو. سندس ڀرسان واري ديوار تي هڪ ڪتو پيشاب ڪري رهيو هو. ڪتي جي پيشاب جو ڪجهه حصو انهيءَ شرابي جي وات ۾ وڃي پيو. اهو شرابي ان کي (پيشاب) کي چٽيندي چئي رهيو هو ”واه دوست، تون ڪيڏو نه مهربان آهين جو بنا گهرڻ جي امرت جهڙو پاڻي پيئاري رهيو آهين......“

هڪ ڏينهن ۰ ، ۱۲ سالن جي غير سنڌي ڇوڪري کان سامان کڻائي پئي آيس. واٽ تي ڇوڪري کان پڇيو، تنهنجو پيءُ ڇا ڪندو آهي.؟“

ڇوڪري جواب ۾ چيو، ”صاحب! مان ته ڏينهن ۾ ٻه چار رپيا ڪمائيندو آهيان پر منهنجو پيءُ بيڪار آهي ۽ ڪنهن به ڪم تي نه ويندو آهي.“

مون ڪائنس پڇيو؛ ”ڇو، هو بيدو آهي ڇا؟“

هن چيو، ”نه صاحب! هن کي دارون پيئڻ جي عادت آهي. کيس هروقت دارون ئي کپي.“

مون، ” جڏهن هو ڪم تي به نه وڃي، ڪمائي به ڪو نه، پوءِ دارونءَ لاءِ پئسا ڪٿان آڻيندو آهي؟“

ڇوڪرو، ”صاحب، منهنجي ماءُ ۽ ننڍي ڀيڻ پڻ ڪم ڪنديون آهن. منهنجو پيءُ هنن تي مارڪٽ ڪري پيو پئسا وٺندو آهي. اڄ جڏهن هو پئسن لاءِ منهنجي ماءُ تي مارڪٽ ڪري رهيو هو ته مان غصي ۾ پنهنجو

چمپل ڪمس هنيو ۽ ڪيس دم ڏنو ته، ”سالا، اگر منهنجي ماءُ کي وري مارلو اٿئي يا شراب پيئندو اٿئي ته لڪڻ سان ماريندو سانءِ.“

ڏنو ته ڇوڪر غصي ۾ پيءُ کي گاريون ڏئي وهيو هو. اهي اٿو داروُن پيئندڙن جا حال، پنهنجي ئي ٻارن کان گاريون ۽ مارون کائين!

هيءَ ڳالهه ڪراچيءَ جي آهي. هڪ کوجو (مسلمان) پٺسي وارو هو ۽ عمر جو به چڱو هو هڪ ڏينهن خوب شراب پي، هوش حواس وڃائي گهر آيو. انسان مان حيوان بڻجي لشي ۾ پنهنجي ننڍي ڇوڪريءَ سان ڪارو منهن ڪيائين. هن مٿان ڪيس هليو ۽ کيس سزا ملي.

اميد ته اهي مثال ڪافي آهن. وڏيڪ توهان روز پيا ڏسو ۽ ٻڌو.

(ٻارو، اوهان شراب نه چاهيو ۽ شرابيءَ جي پاسي ۾ به نه وڃو. شراب اُسو خانو خراب. جنهن هڪ وار چکيو سو جڙ ڦاٿو. ڇاڪاڻ ته ٻيليءَ مان نڪي نيت ٻرندو آهي.

هت مان وڏن کي به عرض ڪندس ته جڏهن توهان ٻارن ۽ نعلين اڳيان پيئندا ته ڪين ڪيئن ۽ ڪهڙي صلاح يا سبق ڏئي سگهندا؟

ٻهراون شونق وچان پيئندا پوءِ شائق ٿيندا. آخر ۾ تن ۽ ڪلب جي ستياناس!...) (وشنداس، اسراڻي)

# نرڳ جو اڌڪاري، سرڳ ڪيئن ويو؟

”گھال کاءِ، ڪجھ هٿون ڏي
نانڪ راهه پڇاڻهي سي.“

گرو نانڪ ديو جن رٽن ڪندي هڪ شهر ۾ اچي نڪتا. اُتي سٽسنگ ڪيائون. سٽسنگ ۾ هڪ سک به آيل هو. هُو گرو جن کي ٻُڌندي ئي نهال ٿي پيو، اندر ۾ گد گد ٿيڻ لڳو. گروجن کي نمرتا سان چيائين، ”بس، هاڻي منهنجو ڀرم دور ٿيو آهي ۽ اندر ۾ مالڪ تي ڀروسو ٿيو اٿم. هاڻي ڪرپا ڪري صلاح ڏيو ته باقي حياتي جا ڏينهن ڪيئن گذاريان.“

گرو نانڪ جن چيس، ”پيارا! لوڀ لالچ ڇڏ. مايا ميڙڻ ڇڏ. سچ جي محنت ڪري روٽي کاءُ، باقي جيڪي بچي سو دان پُن ڪري ڇڏجانءِ.“

هُن، سک اها ڳالهه ڪني ڳنڍ ٻڌي. اُن کانپوءِ اهو سک پاڻ وٽ وڌيڪ پئسو ڪونه رکندو هو. هُن به آنند ۽ موج ۾ هوندو هوس.

هڪڙي ڏينهن انهيءَ سڪ کي مزوري ملي. مالڪ چيس، "هيءُ سامان مونسان کڻي هل ته مان توکي چار ٽڪا ڏيندس." سڪ سندس آڇ قبول ڪئي.

هلندي هلندي، رستي تي اچي سنجها (شام) پيئي ۽ سڪ جي ستسنگ جو وقت اچي ٿيو.

بس، جن ستسنگ جو رس ماڻيو آهي، تنکي ستسنگ جي ٻڪ ڏاڍو ستائي ٿي. سو هن سڪ مالڪ کي چيو، "هاڻي مان هيءُ بوجو کونه کڻندس، مونکي تنهنجا چار ٽڪا کپن ئي ڪونه."

اهو ٻڌي مالڪ عجب ۾ اچي ويو ۽ حيرانيءَ مان پڇيائينس، "ڇو ڀائي، ڇا ٿيو؟"

سڪ چيس، "ڀائي صاحب، حقيقت هيءَ آهي ته هاڻ سنجها جو وقت اچي ٿيو آهي، اهو وقت منهنجي ستسنگ جو آهي، مونکي رام نام ۽ هري چرچا ضرور ڪپي. باقي هان، هڪڙي ڳالهه آهي. هن وقت يا تون مونکي هري ڪٿا سڻاءِ يا مان توکي هري ڪٿا سڻايان ۽ اها تون ويهي ٻڌ. ان بعد مان توکي تنهنجو سامان جاءِ تائين برابر پهچائيندس."

مالڪ سندس اها ڳالهه قبول ڪئي. ٻئي گڏجي ويهي گيان گوشٽ ڪيو.

انکان پوءِ سڪ برابر هنڌ تي سامان پهچايو. سڪ سان گڏ مالڪ کي به هري ڪٿا مان ڏاڍو رس ۽ آنند آيو.

جيئن جو رات اچي ٿي سو هن سڪ کي چيو، "ڀائي، رات ڪٽي هتي ئي رهي پئو." سڪ ۽ مالڪ جو اهڙو پيار ڏسي سندس اها ڳالهه قبول ڪئي.

صبوح ٿيو. مالڪ سڪ کي چار ٽڪا مزوري ڏنـــي. هن سڪ من ۾ چيو تــه هن ماڻهوءَ جو ڪو آڌار ٿيڻ گهرجـــي.

سنا ماڻهو آهن ڪڪرن جيان ديالو، هو رحمت جـــو مينهن سڀني مٿان وسائيندا رهندا آهــن. سو هـن سڪ پنهنجي مالڪ کان پڇيو، "ڀائي صاحب! پنهنجي حياتيءَ جي ڪا خبرچار ته ٻڌاءِ، هن ڪـــان اڳ گهڙا ڪارج ڪيا اٿيئي؟ دان پڻ ڪيو اٿيئي؟ هري نام جپيو اٿيئي؟"

اهو ٻڌي مالڪ چيو، "منهنجي ته ساري حياتي وڃائي آهي دنيا جي کٽ کٽ ۾. ڳالهه سو مـــونکي موقعو مليو هوم جو توسان وٺي چار گهڙيون ستسنگ ڪيو هوم. اهو ئي منهنجو پهريون دفعو هو جو ستسنگ ٻڌم."

سڪ چيس، "ته هاڻ ٻڌ، تـــو پنهنجي جيون ته سڄي برباد ڪري ڇڏي. باقي تنهنجي حياتيءَ جا اٿيئي نـو (٩) ڏينهن، سي ته ڏينهن پنهنجا سڦلا ڪر. **هري نام جپ.** پـــر هيءُ شخص اصل ڪنهن ڳـــالهه ۾ چاهه وٺيئي ڪونه.

قصو ڪوتاهه، نون ڏينهن کانپوءِ سچ پچ هي ماڻهو مري ويو. مٿي جم دوت اچي وٺ ڪيس. سندس ڪالـو

ڏٺو. اهو ڏسي جم جوت کيس گهٽ وڌ ڳالهائيندي وٺي آيس ڌرمراج اڳيان.

ڌرمراج هن جو ڪاٿو ۽ ليکو جاچيو ته ڏٺائين ته هن صرف چار گهڙيون ستسنگ ڪيو آهي. اهو ڏسي ڌرمراج کيس چيو، "توکي چئن گهڙين جي ستسنگ جو ڦل ملندو. سو گهر، جيڪي گهرڻو اٿيئي."

هن ماڻهوءَ چيو، "مونکي سنتن جو سنگ کپي."

ڌرمراج، "تون سنتن وٽ هاڻ وڃڻ ٿا ٻوءِ ؟"

هن ماڻهوءَ جهٽ چيو، "ٻهراڻ مونکي ستسنگ ۾ موڪليو ۽ پوءِ نرڳ ڀوڳيندس."

ڌرمراج پنهنجن جمدوتن کي چيو، "کيس سنتن جي حاضريءَ ۾ وٺي وڃو. حڪم جي تعميل ٿي ويئي. هيءُ ماڻهو ويو سنتن جي ڪچهريءَ ۾ ته ساموهون اهو سڪ ڏٺائين جنهن ۾ کيس سڏاريو هو. هي ماڻهو ستسنگ ڪري ڏاڍو خوش ٿيو. جڏهن سندس ستسنگ ۾ وهڻ جو وقت پورو ٿيو ته ڏهن هن ماڻهوءَ سنتن ڏانهن نهاري، آکيا وٺڻ لڳو ته مونکي موڪل ڏيو ته هاڻ مان نرڪ ڏانهن وڃان ڇاڪاڻ ته هت ستسنگ ۾ وهڻ جو وقت پورو ٿيو آهي. اهو ٻڌي سڪ کلڻ لڳو ۽ کيس چيائين ، "پيارا! ڌرمراج هيتر ڇا ڪندو؟ ستسنگ ۾ اچڻ سان اڳيان ليکا ۽ ڪالا ڦاٽيو وڃن."

هن ماٺهوءَ کي نرڪ ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ جمدوت
ڙهان بيٺا هئا. ٻر جڏهن هن ماڻهوءَ کي ستسنگ ۾ ڏاڍو
شغول ڏٺائون لڏهن پوءِ ان پير ڪري موٽي ويا، اها آهي
ستسنگ جي مهما. گرونانڪ صاحب جي ساکيءَ
۾ اهو درشٽانت لکيل آهي. تہ اهڙو سچو
ستسنگ اسان ٻہ ڪمائون تہ اسان جا ٻہ ٻيڙا پار ٿي وڃن.

( شريمتي پاربتي آر. آڏواڻي )

( ٻارو، ستسنگ يا چڱي سنگ سان جيون ٺهي پوي
و. اوهان سدائين چڱن جو سنگ ڪريو جنهن مان اوس
ائدو آهي.)



# چڱا ڪم

ملڪيداس کي مالڪ سڀ ڪجهه ڏنو هو. مال ملڪيت شان شوڪت ڪٽنب قبيلو مطلب- ته ڪنهن ڳالهه جي ڪمي ڪانه هئس. سڀ ڳالهه ۾ سکي هو. ساڳئي وقت سکي رکندو هو گهر جي سڀني ٻالين کي ملڪيداس نه فقط گهر جو ابو ۽ ڏاڏو هو ليڪن عام جو به پيارو ۽ لاڏلو هو. هن ۾ سيوا ڀاونا جو انگ سمايل هو. ڪيترائي عام ڀلي جا ڪم ۽ ڪارج ڪيا هئائين جنهن ڪري عام ۾ ڏاڍي عزت هئس.

سمي سمي جي ڳالهه آ. اڄ ملڪيداس بستري داخل هو. مرڻينگه حالت ۾ هو. بس جهٽ ته هن دنيا مان الوداع ڪرڻ وارو هئو. ٻار ٻچا سمجهائين ته مان ڪن گهڙين جو مهمان آهيان. ملڪيداس ڪني سڏائي هئي. ڌرمپتنيءَ کي اشاري سان پنهنجي ويجهو گهرائي چيائين، ”پياري، ڪافي عمر اسان ٻنهي ۾ گهاري، هاڻي اسان جي هلڻ جي تياري- قريب ڪر، مون سان ڌرمراڄ تائين ساڻ هل.“

ڌرمپتني، ”اوهان کي ڄاڻ آهي ته مون ڪيئي پٽن، ڌيئرن ۽ نونهن جي پالنا ڪئي آهي سو توهان سان

ڏرمراڄ ٽائين هلڻ ممڪن ڪونهي....“

ملڪيداس، ”چڱو پڻن کي سڏ ڪر ته. انهن کان پڇان.“

ملڪيداس اهڙيءَ طرح پڻن ۽ ٻين ڪن پيارن عزيزن کي ڏرمراڄ تائين هلڻ لاءِ چيو. ليڪن ڪنهن ڪين مڃيو هرڪنهن ڪو نه ڪو ٻهانو ڏيئي انڪار ڪيو.

ملڪيداس اهو ڏسي ڏاڍو مايوس ٿيو. ڪجهه سوچڻ لڳو. چيائين، ”هاءِ! اڄ ڪو به سنگي ساٿي ڪونهي. اڪيلو ئي وڃڻو پوندو!!“

اوچتو ملڪيداس جي ڪن تي ڪنهن جي ڪلڻ جو آواز پيو. ازغيبي آواز ڪيس چئي رهيو هو، ”ملڪيداس! مايوس آهين؟ ڇا پيو سوچين؟ اڙي ڀائي، ڪين ٿيندءِ ڪو سنگي ساٿي، ڇا هي هجي ڪو پيارو ڀائي. ليڪن ڪو الڪو ڪين ڪر، اسين توسان ۽ تنهنجا ساٿي ٿينداسين، نه فقط اتي پر تو کان اڳ ڏرمراڄ وٽ پهچي وينداسين. ڏرمراڄ تنهنجو سواگت ڪندو. سڀ سرڳدام پهچي ويندين.“

ملڪيداس، ”اڙي ڀائي. تون ڪير آهين؟ تون مون سان ڇو هلندين؟“

ازغيبي آواز، ملڪيداس! بيشڪ تون اسان کي ڪو نه سڃاڻين. پر اسين ڄاڻون ٿا ته تون هڪ نيڪ منش

آهين. تو جيون ۾ ڪمائي نيڪ ۽ شيوا ڀريا ڪارنا ڪيا آهن. اج اهي چڱا ڪرم، تو سان گڏ هلندا، نه فقط ايترو پر اهي اڳيئي ڌرمراءِ وٽ پهچي ويا آهن ۽ ڌرمراءِ پنهنجي چوپڙن ۾ داخل ڪيا آهن. تون هتان هلنديئن سڌو سرڳدام پهچنديئن ۽ اندرئ جنم ۾ پڻ منش چولو پائينديئن...”

انهي ۾ روئڻ جو آواز آيو. ملڪيداس، مالڪ وٽ پهچي ويو.

## ( وشنداس آسرائي )

”بالڪو، وڏن ۽ مائٽن ڏانهن فرض پالنا ضرور ڪرڻا گهرجي ليڪن عام ڪارڻ، دکي انسانن ۽ گهرجائن جي شيوا ڪرڻ پڻ تمام لازمي آهي چاڪاڻ جو آخرت ويلي اهي ئي ڪم اچن ٿا.”



# چـار ڀـائـر

ڪڙهي ، موهنلال نکھر ٻـوڙهي ۽ مدت دان چڱو
وڪو پئسو ڪاهيو هو. هڪ شاهوڪار ليکيو ويندو هـو.
هس چار پٽ رام، شيام، پران ۽ گھنشام هئا

موهنلال جـي ڏاڍي مرضي هئي تـه کين پڙهائي
ڪابر ڪريان، ليڪن قدرت کي ڪجھ ٻيو منظور هو.
هنلال بيمار ٿي پيو. ڪاڏي ٻـدوان ڏينهون پوءِ ڏينهن
ڪتي ٿي پئي ٿيندو ويو. پاڻ ۾ آسرو کين سمجھائين.

هڪ ڏينهن چئن ئي پٽن کي پـاڻ وٽ گھرائي کين
چائين، ”پيارا ٻارو ٻـڌو مون وٽ پيسي ڏوڪڙ جـي
ڪمي ڪينهي ڪنهن لاءِ ٻـه هڪو پٽي ڪين ڪيو
ئي. اها ساري ملڪيت اوهان سڀني جي آهي. پـاڻ
ٻـمت محبت ۽ ايڪي ۾ رهجو مون ۾ هـاڻ آسرو
ڪولهي باقي ٿـورا ڏينهن اوهان وٽ مهمان آهيان سو
ڪي چوان ٿو سو ڌيان لائي ٻـڌو . ٻئي جـي پوڪ
ئهن چڱو چوڪو چـاهه ڏجو. سڀني خوشيءَ ۽ ٻـڌيءَ
گذارجو... ايڪي ۾ آهي شڪتي، شڪتيءَ ۾ آهـي
ئي سو اها قائم ڪندا اچجو ليڪن ڪم نعيبان ا؟ ر
هان ۾ قيڙارو اچي ٻـري ۽ هڪٻئي کـان جدا ٿيڻ

چاهيو ته ان وقت پنهنجي چاچي، منهنجي ڀاءُ چوٿرام کان ضرور صلاح ۽ هدايت وٺجو. هنجي صلاح وٺندا ۽ مڃيندا ته خوش رهندا.

آخر اهو ڏينهن ٿيو، موهنلعل سرڳواس ٿيو ۽ بوجو ٻارن مٿان پيو.

سڀئي پاڻ ۾ گڏجي گذارڻ لڳا. وڏا ڀائر رام ۽ شيام ٻنهي جي واڌاري ۽ فضل لاءِ چڱو چاهه ورتو، محنت ڪئي ۽ ڪين سڦلتا ملي. تن دولت وڌڻ لڳو. ننڍا ڀائر پران ۽ گهنشيام پڙهڻ ڏانهن ڌيان ڏيندا هئا. ڪن سالن بعد سڀئي ڀائر شادي شده ٿيا. هو سڀئي گڏ رهندا هئا ۽ خوش ٿي رهيا.

ليڪن جيستائين زالن ۾ واڌپو ۽ ايڪو رهندو آهي ۽ گڏ رهنديون آهن ته گهر سرڳ سمان ڏسڻ ۾ ايندو آهي پر جڏهن منجهن ڦيٽارو اچي يا سندن نيت ۾ خلل اچي ته گهر ۾ گهمسان، هرڪو پريشان ۽ نرڳ پيو لڳي. سو سائين اوهان کي نيڪي ڏئي ڪن سالن بعد هنن زالن ۾ سرپچ چالو ٿي. ٻه زالون هڪ طرف ته ٻيون ٻئي طرف. هڪٻئي ڏانهن سوسرائون ساڙي اُڇلڻ لڳيون. طعنن، لڪن جا ليڙ هڪٻئي ڏانهن اُڇلڻ ۾ ڪنهن به ڪمي، ڪسر يا ڪنجوسائي ڪين ڪئي. وڏن ڀائرن جون زالون چوڻ لڳيون، ”هون، اسان جا گهوٽ سڄو

سڀڪو ڏينهن پوڙهيو ۽ محنت ڪري ڪمائين ٿي طرف
اسانجا ڏينهن سڀڪو ڏينهن مونهن ۾ ڪتاب وجهي پيا اچهاهو
وقت وڃائين ۽ سڄڻن زالون حرام جو پيئون ڪائين. آخر
اها روبڪار ڪيترو وقت هلندي؟ هڪ هڪاڻي ٿيڻ
گهرجي ..."

هڪ ڏينهن رام جي زال پنهنجي گهوٽ کي چيو،
"اوهانجا ٻئي ننڍڙا ٻار مزا پيا ماڻين سڀڪو ڏينهن صرف
لکڻ پڙهڻ ۾ مشغول آهن. جيڪي ٿو ڪين وٺين سو ٿا
وٺن. اوهان ڪماءُ ۽ هو ڪائين. اوهان سڀڪو ڏينهن صبوح
کان شام تائين پوڙهيو ڪيو ۽ هو پيا آرام ڪن. اها
ڳالهه ٺيڪ ڪينهي."

رام کي اها ڳالهه ڪين وڻي ۽ زال کي دب ڪيڻي.
ليڪن جوڻس کي جڏهن به موقعو ملندو هو ته گهوٽ جا
پيئي ڪن ڀرمندي هئي.

ليڪن شيام جي زال اهڙي چترائي ۽ چالاڪي کان
ڪم ورتو جو مڙس کي ٻڌائڻ ۾ گهڻو وقت ڪين لڳس.
شيام محسوس ڪيو ته جيڪي زال چئي ٿي تنهن ۾
سچائي سمايل آهي. هڪ ڏينهن سيئي مرد ۽ زالون ان
ڳالهه جي هڪ هڪاڻي ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ گڏيا. آخر اهو
فيصلو ٿيو ته بيشڪ هرڪو الڳ رهي.

ان وچ ۾ ننڍڙن ٻارن وڏن کي ولهتي ڪندي چيو،
"جيڪو اوهان جو فيصلو آهي سا ان ڪانپوءِ ٿيندو اهو

اسان کي اکين ٿي آهي ليڪن هڪ ڳالهه ٻڌاءِ ڪڏهن جيڪا پتاجن مرڻ وقت چئي هئي ته جدا ٿيڻ کان اڳ چاچا صاحب جي صلاح ضرور وٺڻ سو اسانجي وڏي آهي ته وڏهڪ قدم اسين ڪونه کڻون جيستائين اسين چاچي صاحب سان صلاح ڪونه ڪئي آهي."

ان ڳالهه ۾ سڀئي شامل ٿيا ته اهو ڪم چاچي تي رکون ڪمس جيئن وٺي اهڙي طرح مال ملڪيت جي ورهاست ڪري.

سندن چاچو چوئٿرام سياڻو هو. هن کين چيو، "اوهان اگر ورهاست ڪرڻ چاهيو ٿا ته مان بہ لاچار اوهانجي خواهش پوري ڪم ڪندس ليڪن ان کان اڳ مان چاهيان ٿو ته اوهان سڀئي مان هرهڪ ٽن ڏينهن لاءِ گهر کان ٻاهر وڃي ۽ هرهڪ پنهنجي نموني ڪمائي اچي. جيئن خبر پوي تہ اوهان هرهڪ کي ڪمائڻ جي ڪيتري توفيق ۽ لياقت آهي.

ٻئي ڏينهن سوير صبوح جو سڀئي ڀائر گهران نڪتا هرڪنهن پنهنجو رستو ورتو.

رام گهڻو پري ڪين ويو. ولجهي ڳوٺ ۾ هن ڪي هاري ڏٺا جن کي هر ڪيڙڻ ۾ ڏاڍي تڪليف پئي ٿي هنن کي ٽيون جوڙو ڏاندن جو هو. جيئن جو ڏاندن کي هر ڪيڙڻ جي سکيا ڪين مليل هئي تنهن ڪري هنن لاءِ ڏاندن تي ضابطو رکڻ مها ڪٺن ٿي پيو. رام انهن

کي مدد ڪئي. ڏاندن کي ضابطي اندر آندائين ٻج ڇٽڻ ۽ هر ڪيرڻ ۾ پوري مدد ڪئي. هاري خوش ٿيا. رام کي هڪ رپيو اجورو ڏنائون. رام هڪ رپيو وٺي خوش ٿيو جو سمجهائين ته هو اهڙي ٿوري وقت ۾ رپيو ڪمائي سگهيو. رام ان بعد گهر آيو.

شيام ٻئي ڳوٺ ۾ پهتو. اُتان جا ڳوٺ واسي ڏاڍي مصيبت هيٺ آيل هئا. جنهن نديءَ مان سندن زمين کي پاڻي ملندو هو ان جي وهڪري جو رخ ٻئي طرف ڦري چڪو هو جنهن ڪري سندن زمينون سڪي لوڻ ٿي ويئون هيون، هو ڏاڍيءَ چنتا ۾ ورتا هئا. شيام سڀني کي ڪٺو ڪري کين نديءَ طرف وٺي ويو ۽ کين ٻڌايو ته ڪهڙيءَ طرح نديءَ جو پاڻي سندن زمين تائين اچي سگهي ٿو. ڳوٺاڻن، شيام جو ٻڌايل طريقو اپنايو. کين برابر سڦلتا ملي. سڀئي خوشيءَ ۾ نچڻ ٽپڻ لڳا ۽ شيام کي ساراهڻ لڳا. ڳوٺاڻن شيام جا ٿورا مڃيندي کيس هڪ سؤ رپيا انعام ڏنو. ان بعد شيام پڻ ڪمائي گهر پهتو.

پوران هلندو هليو جيستائين هڪ شهر ۾ پهتو. پڇا ڪندي هن کي معلوم ٿيو ته شهر ۾ ڪهڙا معزز ماڻهو رهندا آهن ۽ کيس اها پڻ خبر پئي ته هڪ سيٺ کي هڪ ڳالهه ڪري چنتا آهي. پوران ان سيٺ وٽ پهتو. ڳالهيون ڪندي ڪندي کانئس چنتا واري ڳالهه پڇي.

سيٺ ڳالهه ڪندي ٻڌايس، "اسين پاڻ ۾ چار ڀائر آهيون، پتا صاحب جي فوت بعد پاڻ ۾ ورهاست ڪئي سين. سڀني کي چڱو چوکو حصو مال ملڪيت ملي. ٻيو ته سڀ آسانيءَ سان ٿيو ليڪن اسانجي بابي وٽ هڪ ٻلي هئي. ٻلي سڀني کي پياري هئي. اها ڪير کڻي ان تان معاملو متو. آخر فيصلو ٿيو ته اها سڀني جي ٿي رهي ليڪن ساڳئي وقت عجيب ڳالهه اها ٿي ته ٻليءَ جي هرهڪ ٽنگ لئي هرهڪ ڀاءُ پنهنجي سمجهي جدا جدا رنگ لڳائي ڇڏيو، هڪ ڏينهن ٻليءَ جي هڪ انهيءَ ٽنگ کي ضرب رسي جيڪا مهنجي حصي ۾ ڏنل هئي. مون ٻليءَ جي ٽنگ کي دوا لڳائي پٽي ٻڌي ڪري ڇڏي ڏنو، ٽن ڏينهن هئا، ٻلي وڃي باهه جي ڀرسان ويٺي ان وچ ۾ سندس پٽي کلي پيئي ۽ اتفاق سان پٽيءَ کي اچي باهه لڳي. ٻلي هراس وچان وٺي هيڏانهن هوڏانهن ڀڳي. ان پٽيءَ سبب اچي گهر کي باهه وچڙي. مڪان جلي خاڪ ٿي ويو. هاڻ سڀني ڀائرن جو چوڻ آهي ته جيئن جو ٻليءَ جي ان ٽنگ کي ضرب رسي هئي تنهن ڪارڻ باهه لڳي جو مڪان سڙي ويو آهي تنهن ڪري هو گهر ڀيا ڪن ته نئون مڪان پنهنجي خرچ تي ٺهرائي ڏيان يا عيوضو ڀري ڏيان."

"هو ڪيس ڪرڻ لاءِ پڻ تيار ٿيا آهن. ان ۾ ڪو

شڪ ڪونهي ته مون کي پئسي جي ڪمي ڪانه آهي پر
مان سمجهان ٿو ته آءٌ قصوردار ڪين آهيان تنهنڪري
مان ڇو خرچ ڪريان“

ٻان سيٺ جي ڳالهه ٻڌي مشڪي سيٺ کي آٿت
ڏيندي چيو، ”آءٌ اهو مسئلو آسانيءَ سان سلجهائيندس
ڪو فڪر ڪين ڪريو. انصاف اوهان جي پاسي ۾
ويندو.“

پران سيٺ کي گهرائي چيو، ”مون کي ڏک آهي
جو مڪان جلي ڪري اوهان جو نقصان ٿيو آهي.
انصاف ۽ اخلاق ائين ٿو چوي ته جنهن جي غلطيءَ ڪري
نقصان ٿيو آهي انهيءَ جو فرض آهي ته نقصان جو
عيوضو ڀري ڏي. اچو ته هاڻي ڳالهه جي ڇاڻي ڪري
وٺون. چند چارٽ ڪريون، ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته
ٻليءَ جي ان ٽنگ کي ضرب رسي جيڪا اوهان جي
وڏي ڀاءُ جي حصي ۾ هئي، ضرب لي بدل ٻليءَ مان
باهه لڳي. اوهان جي گهر آهي ته اوهان جو وڏو ڀاءُ
عيوضو ڀري ڏي، اگر ان ڳالهه جو اونهو ويچار ڪبو ته
محسوس ڪبو ته ٻليءَ جي جيڪا ٽنگ ضربيل هئي اها
ته بيڪار هئي سو ان ٽنگ سان ٻلي ڪين ٽپي ڀڄي
سگهي. ٻليءَ کي باقي جيڪي ٽي ٽنگون هيون انهن
سان ڀڳي. اگر ٻلي ٽن ٽنگن سان نه ڀڄي ها ته مڪان
کي باهه ڪين وڪڙي ها. سو باهه جا نقصان لاءِ جوابدار

اها ضربيل ننڍڪ بعدي اوهانجو وڏو ڀاءُ جوابدار ڪرنهي"
اها ڳالهه سيٺ جي دل سان لڳي ۽ هنن عيوضي طلبڻ جي ڳالهه ڇڏي ڏني.

اهو ٻڌي سيٺ ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ ڪيس هڪ هزار رپيا انعام ڏنائين ۽ ڪيس چيائين ته هو هن شهر ۾ رهي جيئن ڏکيا ۽ مشڪل مسئلا سندس مدد سان حل ڪري سگهجن.

پوءِ ڪيس خاطري ڏني ته هو هڪ ڏينهن پنهنجي ڳوٺ مان ٿي اچي ته پوءِ هتي اچي رهندو.

گهنشام وڃي هڪ مکيه شهر ۾ پهتو. ڪيس معلوم ٿيو ته اتان جي مکيه وزير مٿان مصيبت اچڻي آهي شايد سندس عهدو به وڃي. وزير ڏاڍي مونجهاري ۾ هو.

ڪنهن جي مدد ۽ موقعي سان گهنشام وزير وٽ پهتو. ڳالهيون ڪندي گهنشام وزير کان نمرتا سان مونجهاري جو ڪارڻ پڇيو. پهرين ته وزير ٻڌائڻ کان آنا ڪاني ڪئي. ليڪن وري وري عرض ڪرڻ تي آخر وزير گهنشام کي ٻڌايو، "اسان جي بادشاهه کي هڪ وڏو هاٿي آهي. بادشاهه هاٿيءَ جي تور جاڻڻ ٿو چاهي. هن مون کي حڪم ڏنو آهي ته هاٿيءَ کي تارازيءَ ۾ توري سندس وزن ٻڌايان. ڀلا اهو ڪيئن ممڪن آهي ته هاٿيءَ جي تور تارازيءَ دئاران ٻڌائي سگهجي. سچ ائين آهي ته بادشاهه مون مان ڪڪ آهي سو هن اهڙو

ڪم ڏنو آهي جيڪو ممڪن نہ آهي ۽ مان ڪري ڪين سگهندس ان بهاني بادشاهہ مون کي دربار مان رخصت ڏيڻ ٿو چاهي، ان ڪم لاءِ مونکي ستن ڏينهن جي مهلت ملي آهي - سڀاڻي ستون ڏينهن آهي. اهو ڪم نہ فقط ناممڪن آهي ليڪن ان لاءِ سوچڻ بہ اجايو آهي انڪري آءٌ خود دربار ڇڏڻ ٿو چاهيان شايد هيءُ شهر ئي ڇڏي وڃان."

گهنشام صبر سان ٻڌو ۽ وزير کي چيو، "حضور مهرباني ڪري ان ڳالهہ جي ڪا چنتا نہ ڪريو آءٌ ٻاٽيهي هاٿيءَ کي تارازيءَ ۾ توريندس، هڪ چٽانڪ جو فرق ڪين پوندو. اوهين سوير صبح جو هاٿيءَ کي نديءَ تي وٺي اچجو ۽ پڻ تارازيءَ وٺ بہ گهرائجو. هڪ وڏيءَ ٻيڙيءَ جو بہ بندوبست ڪجو. مون کي پڪ آهي تہ هاٿيءَ کي برابر توريندس. بادشاهہ ضرور خوش ٿيندو."

ٻئي ڏينهن صبح جو وزير هاٿيءَ کي نديءَ تي آندو. وڏيءَ ٻيڙيءَ جو بہ بندوبست ڪيائين.

گهنشام هاٿيءَ کي ٻيڙيءَ ۾ آندو. ٻيڙي پاڻيءَ ۾ ليول ڪان ڪي انچ هيٺ وڃي پئي ۽ ٻيڙيءَ جي پاسن ڪان پاڻي مٿي چڙهيو، گهنشام اتي پڪو نشان ڪيو جتي ٻيڙيءَ جي پاسن ڪان پاڻي چڙهيل هو. ان بعد هاٿيءَ کي ٻيڙي مان لاٿو ويو. تنهن ڪانپوءِ ٻيڙيءَ ۾ واري پرائيندا

ويا. ٻيڙي هيٺ ٿيڻ لڳي. گهنشام خبرداريءَ سان اهو
نشان جاچي رهيو هو جيڪو نشان هن ڪيو هو (جڏهن
ٻيڙيءَ ۾ هاٿي هو). جڏهن ٻيڙي ان نشان واريءَ ليول
تي پهتي ته هن يڪدم واري ڀرائڻ بند ڪيائين. ان
بعد ترازي گهرائي ٻيڙيءَ ۾ پيل واري تورائيندو ويو ۽
واري ڳڻتي ڪرائيندو ويو. جيتوڻيڪ واري تورڻ ۾
گهڻو ئي وقت لڳس ليڪن تور جو حساب گهنشام برابر
ٿي رکيو. آخر مدت بعد جڏهن واري توري وئي تڏهن
گهنشام وزير کي ٽوٽل ڪري ٻڌايو ته هاٿيءَ جي تور
هيتري آهي ۽ اها بيشڪ بادشاهه کي ٻڌايو.

وزير خوش ٿي بادشاهه وٽ ويو ۽ کيس هاٿيءَ جي
تور ٻڌائي. بادشاهه عجب مان چيس، "توکي ڪنهن مدد
ڪئي ۽ ڪهڙيءَ طرح هاٿيءَ کي توريو ويو؟"

وزير، گهنشام جو نالو ٻڌائيندي کيس سربستي ڳالهه
ٻڌائي.

بادشاهه جي حڪم سان گهنشام کي بادشاهه وٽ آندو
ويو. بادشاهه چيس، "تون سچ پچ هڪ قابل ۽ ڪارائتو
نوجوان آهين. آءٌ چاهيان ٿو ته تون جهڙا منهنجي دربار
۾ هجين ۽ توکي وزير ٿو ڪريان."

گهنشام خوشيءَ سان بادشاهه جي ڳالهه قبول ڪندي
کيس عرض ڪيائين، اوهان جي اجازت سان پهرين گهر
۾ ڪٽنب جي ڀاتين کي ٻڌائي وڃن جي آسيس وٺي

اڇڻ ٿو چاهيان."

وزير ۽ بادشاهه گهنشام کي گهڻو ئي ڪجهه ڏنو. گهنشام گهر پهتو.

رات جو سيٺيءَ ٻائر، سندن چاچو ۽ زالون گڏ ٿيون سيٺيءَ پنهنجو احوال ڏنـو. ان بعد سندن چاچي پڇيو، "هاڻي ٻڌايو، اوهين ورهاست ڪري جدا رهڻ ٿا چاهيو؟"

سيٺيءَ ٻائرن ۽ سندن زالن چيو، "نه، نه اسين جـدا ڪين ٿينداسين. اسين حياتيءَ تائين گڏ رهنداسين."

ٻران ۽ گهنشام وڏن جي آسيس وٺي پنهنجي پنهنجي ڪم لڳي ڏنل انجام موجب وڃي لڳا.

## ( وشنداس آسرانڻي )

"ٻـارو، علم ۽ عقل هرهنڌ ۽ هميشه مان پائي ٿو ساڳئي وقت اڪي ۾ آهي شڪتي ۽ اُنتي. اوهان ٻـ پڙهو خوب پڙهو عالم ۽ اڪابر ٿيو."



# عقل جـي ڪبڏ

هڪ ڏينهن يم ديوتا، موت جو بادشاهه اچي اُباڻڪو ٿيو. هن کي آردلي انيڪ هئا پر يار دوست نه سنگتي ساٿي ڪونه هو. سو هنکي پنهنجي اونداهي ۽ مايوسيءَ واري جيون ۽ ڪرت مان مزو نه سواد ڪونه پئي آيو. هن جيون ۾ ڦيرو ۽ مزو ماڻڻ ٿي چاهيو.

هڪ ڏينهن يم ديوتا، هيٺ زمين ڏانهن نهاريو. بهار جي موسم هئي. گل ڦل، وڻ ٽڻ مـزي موج ۾، مست ٿي، نچي، ٽپي ۽ لڏي رهيا هئا. هر انسان خوش ٿي نظر آيو. اُن وقت هـن ڏٺو تـه هڪ نوجوان ۽ سهڻي عورت ڪنهن مرد سان وڙهي رهي هئي آخر مرد ڀڄي ويو. عورت جي جيت ٿي.

يم ديوتا دل ۾ سوچيو ته "اها ڇوڪري منهنجي لائق آهي. ۽ هن سان مون کي شادي ڪرڻ گهرجي."

يمراج لاءِ وڏو مسئلو اهو پيدا ٿيو تـه هو هن کـي هٿ ڪيئن ڪري! اگر هو پنهنجا يمدوت هنکي وٺي اچڻ لاءِ زمين ڏي ٿو موڪلي تـه هو نه ڪيس مئل مردو ڪري وٺي ايندا. هن خيال ڪيو ته سندس لاءِ اهو ٿي

رستو ڪليل آهي ته هو ٻارڻ زمين تي، انسان جي روپ ۾، لهي وڃي ۽ ڪنهن شاديءَ جي آڇ ڪري.

آخر متان موڪل ورتي، انسان جو روپ ڌاري، نوجوان ٻڍي هيٺ زمين تي آيو. هو الهيءَ ڇوڪريءَ سان مليو ساڻس، مرضيءَ سان شادي ڪئي.

مراج ۽ سندس زال، لتا ٻارڻ ۾ ڪي سال موج مزي سان گذاريا. هنن کي پٽ ڄائو. لتا جو پراڻو ٻهڻجي ٻار ڏانهن وڏڪ ويو. لتا اچ هڪ شيءِ نه سڀان ا-ي شيءِ پٽي ٻٽيءَ کان گهرندي هئي. مراج سندس گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندو هو. پر زالن جي پوري ڀڳوان ڪو ڪري، ٻا ڪين ڀڳوان ڪو سمت ڏئي ٻاقي بندي جو ڪم ناهي جو ڪين راضي رکي سگهي. ساڳيو حال لتا جو هو. هوءَ ڪنهن نه ڪنهن بهاني يا ڳالهه تي رئل ٿي رهندي هئي. وقتي ڪنهن چيڀندي هئي.

ڏينهون ڀ-وءِ ڏينهن هڪ طرف لتا ج-ون گهرجون وڌنديون رهيون ته ٻئي طرف مهانگائي-ي چوٽ چڙهندي ٿي ويئي. مراج وٽ پئسو ٿ-ورو وڃي بچيو هو. مراج پئسي ڪمائ-ڻ لاءِ داڪٽري ڪرڻ لڳو. ه-ن کي نسخا ۽ گوريون ناهيون ۽ بيمارن ک-ي اُهي ڏيندو هو. ٿوري وقت ۾ هو چڱو مشهور ٿيو ۽ پئسو ڪمائ-ڻ لڳو. پر لتا جو سياءُ الڳ هو. ه-وءَ سياءُ جي وس هئي پ-ر

سياڻ ڪـري همت وس ڪونـ ڪري سگهي. سندس ڪمت پت چالو هئي. امراج سوچيو ته هنجي خيال موجب زمين تي سچ پچ سرڳ آهي پر هيءُ ته هڪ دوزخ آهي سو هن بهتر سمجهيو ته هو هتان ٻاجي وڃي. هـن مٽي وچڻ نيڪ سمجهيو.

هڪ ڏينهن هو الوپ ٿي ويو.

لتا کي ٿورا ڏينهن دک ۽ خيال ضرور ٿيو پر پٽ کي پالڻ ۾ وقت سندس ڪٽجي ويندو هو.

آخر هڪ ڏينهن مائي ٻـ گذر ڪري وئي. سندس نوجوان پٽ اڪيلو رهجي ويو. والتي، ٻنا ڪمائڻ ڪائڻ سان ته ڪوهـ ٻـ ڪٽي وڃن. ساڳيو حال هـن نوجوان سان ٿيو.

اڪثر ڪري هو پنهنجي پتا کي ٻـاد ڪندو هو ته آخر هو ڇو ۽ ڪيڏانهن هليو ويو!

هڪ ڏينهن سندس پتا ڪيس سپني ۾ آٻـو ۽ ڪيس چيو، "پت، تـون مون وارو ڊاڪٽريءَ جو ڌنڌو چالو ڪر ۽ لون چڱو چڱو ڪمائيندين. پر هڪ ڳالهه منهنجي ٻـاد ڪر ته جڏهن ٻـ ڪنهن بيمار کي ڏسڻ وڃين ۽ سندس علاج ڪرڻ ته پهرٻـن سندس سرالدي وارڻو پاسي ڏانهن نظر ڪندو ڪر. اگر سندس مٿي طـرف لوڪي مان ڏسڻ ۾ اچان ته پڪ جاڻ ته هو موت جي ڪنڌيءَ تي آهي ۽ ڪيس ڪوبه بچائي ڪونه سگهندو. سو اهڙي

بيمار جي دوا نہ ڪندو ڪر. مون کي ٻيو ڪوبہ ڏسي ڪونہ سگهندو پر صرف تون اُسي پسي سگهندين. باقي تون ٻين مرضن جي اي ڪٽڪي دوا درعمل ڪندو رهہ. اهي برابر ٺيڪ ٿيندا ۽ تون خوب ناڻو ۽ نالو ڪمائيندين.

نوجوان جي اک کلي پئي. هن محسوس ڪيو تہ اهو سپنو هو پر هن اُن تي وشواس ڪيو.

نوجوان ڊاڪٽريءَ جو ڌندو اختيار ڪيو. هو هر مرض جي دوا ڪندو هو ۽ برابر ڪيس هٿ شفا ملندي هئي. هو پنا جي هدايت موجب مريض جو علاج ڪرڻ کان اڳ هو برابر جاچيندو هو تہ سندس پنا تہ مريض جي مٿن کان ڪونہ ويٺو آهي. اها خاطري ڪري علاج چالو ڪندو هو.

شهر ۾ اها خبر ڦهلجي وئي تہ نوجوان ڊاڪٽر جنهنجو بہ علاج ڪري ٿو تنهن کي برابر شفا ملي ٿي.

ساڳئي وقت ماڻهن کي اها بہ جاڻ پئجي وئي تہ جنهن مريض جو هو ڪيس هٿ ۾ نٿو کڻي، تنهنجو موت يقيني آهي.

هڪ ڏينهن هڪ راجا جي اڪيلي ڌيءَ ڏاڍو بيمار ٿي پيئي. شهر جي وڏن ڊاڪٽرن کي گهرايو ويو ۽ علاج ڪرايو ويو پر ڦڪيءَ فرق ڪين پيو. ٻين شهرن مان بہ وڏا ڊاڪٽر آيا پر ڪوبہ ڊاڪٽر برابر علاج ڪين ڪري سگهيو. راجا کي بيحد ڏک ٿيو تہ سندس

اڪيلي اولاد جو نديءَ نهيءَ ۾ انهن ئي موت ٿيندو.

آخر سندس ڪن تي نوجوان ڊاڪٽر جي خبر آئي. هن يڪدم انهيءَ ڊاڪٽر کي گهرايو.

هو جڏهن بيمار کي ڏسڻ ويو ته هن ڏٺو ته سندس پتا، مهراج، مرض جي ڪري وڏي ڏک ۾ ويٺو آهي. هو نا اميد ٿيو هن ٿورو سوچيو ان بعد هن سڀني ماڻهن کي مرض جي ڪمري مان ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو. سڀ هليا ويا.

نوجوان اڪيلائيءَ ۾ پتا کي عرض ڪيو، "پتاجي، هيءَ مون لاءِ حياتي ۾ ڀيرو پهريون ۽ آخرين موقعو آهي ته مان راجا جي ڌيءَ جو علاج ڪريان ٿو. اگر ان ۾ ڪامياب ويس ته خوب نالو ۽ ناڻو ڪمائيندس. توهان مهرباني ڪري ان ۾ مون کي مدد ڪريو. توهان مهرباني ڪري مرض کي ڇڏي هليا وڃو. اهو آهي منهنجو توهان اڳيان عرض. مون کي پڪ آهي ته ضرور عرض قبول ڪندا.

مهراج پٽ جي وينتي ٻڌي کيس چيو، "پٽ! هن راجڪماريءَ جا ڏينهن اڳي پورا ٿيا آهن. سو مان کيس ڪنهن به حالت ۾ ڇڏي ڪونه ٿو سگهان. ان جي بدلي توکي ٻيو ڪجهه به کپي ته مان توکي اهو ڏيندس. پر هنکي جيستائين ڏيئي ڪونه ٿو سگهان."

نوجوان ور ور پتا کي وينتي ڪئي پر هر دفعي هن کيس انڪار ڪيو آخر مهراج پٽ کي چيو ته "مان کيس

ٽن ڏينهن لاءِ جيترا ڏيان ٿو ٻه ان کان مٿي هرگز ڪونه ڏيندس." ائين چئي جمراج الوپ ٿي ويو.

نوجوان غمگين ٿيو. هن راجا کي ٻڌايو ته مريض جي حالت تمام نازڪ ۽ گنڀير آهي. ٻه وري ته وڌيڪ ٽن ڏينهن بعد ٻڌائي سگهندس ته مريض جي حالت ڪهڙي رهندي. مان اهي ڏينهن هت رهي دوا درمل ڪندو رهندس. ڊاڪٽر مريض جي دوا ته ڪئي پر ڪو فرق ڪونه پيو. اُٽاندو سندس حالت گنڀير ٿيندي وئي. مريض لاءِ هلڻ چلڻ ۽ ڇرڻ پرڻ لاچار ٿي پيو. هوءَ اکيون پڻ کولي ڪونه ٿي سگهي. ڊاڪٽر بيوس بڻجي پيو.

ڊاڪٽر ڪجهه ڪونه ٿي ڪري سگهيو. هو پنهنجي پتا جي انتظار ۾ هو. ٽن ڏينهن بعد جمراج برابر آيو ۽ پٽ کي مايوسيءَ ۾ ڏٺائين. هن کي پڻ غم هو ته هو پٽ لاءِ ڪجهه ڪونه ٿي ڪري سگهيو.

نوجوان پتا کي ڏٺو، خيالن ۾ غلطان هو ته هو راجڪماريءَ کي موت جي چنبي مان ڪيئن بچائي؟

آخر هن جي خيال ۾ ويچار آيو ۽ اٽڪل آئي، هن عقل جي ڪيڏ ڪيڏڻ ٿي چاهي. هن اها آزمائڻ جو ويچار ڪيو.

هن چوڌاري نهاري چيو، "اما تون ڪٿي آهين؟ جلد اچ، بابا هتي اچي ويو آهي. اچ، دير نه ڪر. نه ته هو هليو ويندو."

اهو ٻڌي ٻمراج ڪـان چڙڪ نڪري ويو. ٻنا ڪجھ سوچڻ ۽ چوڻ جي هو ٻڪدم اُتان ٻڪدم غائب ٿي ويو.

ان بعد راجڪماريءَ اکيون کوليون ڊاڪٽر کي آسرو ۽ آٿت ڏيو تـ هاڻ هتي سندس پتا ڪونـ. ايندو ۽ راجڪماري نيڪ ٿي ويندي.

راجڪماريءَ جي دوا وٺي همت سان ڪندو رهيو ۽ راجڪماري نيڪ ٿيندي رهي. نوجـوان، راجا کـي خاطري ڏني تـ راجڪماري برابر نيڪ ٿيندي.

راجا ۽ راڻـي راجڪماريءَ کـي نيڪ ۽ تندرست ڏسي ڏاڍيو خوش ۽ گد گد ٿيڻ لڳا.

انهن نـ فقط نـوجوان ڊاڪٽر جا شڪرانا مڃيا پـر راجڪماريءَ جي شادي هن سان ڪرائي.

ان بعد سيئي خوشيءَ ۾ رهيا.

## (انوادڪ: وشنداس اسراڻي)

( ٻارو! هيءَ سڀ عقل جو ڪمال آهي. ڏسو ڪيئن عقل جي ڪيڏ اڳيان ٻمراج بـ ٽڪي ڪونـ سگھيو.)



# ويـــر ٻـــالـــڪ

ماتا پنهنجي پٽ اجيت کي وٺي بزار ۾ ڪپڙو خريد ڪرڻ وئي. دوڪاندار طرحين طرحين جا رنگ برنگي ۽ من موهيندڙ ڪپڙن جا ٿانڪيا سندن اڳيان رکيا.

ماتا - پٽ! ڪهڙو ڪپڙو پسند اٿيئي! سوٽ ڪوٽ قميص جو ڪپڙو ڪهڙو گهرجيئي؟

پٽ - اما! مون کي هنن مان ڪوبه ڪپڙو پسند ڪونهي. مونکي پنهنجي پتا جهڙا وڳا کپن. هو نيفا سرحد تان مهني جي موڪل وٺي جلد اچڻو آهي. ڪيس چٺي لکو ته مون لاءِ پاڻ جهڙي خاڪي پوشاڪ وٺي اچي جو مان پڻ هن وانگر فوجي سولجر بڻجڻ ٿو چاهيان.

ماتـــا سندس پٺي ٺپيڙي کيس چوي ٿـي، "پٽ، ڀلي ٿيءُ."

اجيت ۱۴ سالن جو نوجوان هو ۽ اسڪول ۾ پڙهندو هو. هڪ هم ڪلاسيءَ سان ڳالهيون ڪري رهيو هو تـــه پريان هڪ هوائي جهاز آيـو. سندس هم ڪلاسيءَ چيو، "هــل، جلدي هل، اسڪول جو وقت ٿي ويـو آهي. ماستر صاحب ڪڙڪ سڀاءَ جو آهي. متان اسانکي ماري ..." پوءِ ٻئي ڄڻا ڪلاس ڏانهن روانا ٿيا.

ماستر کين اتهاس پاڙهي رهيو هو. ماستر چئي رهيو هو، "ڇترپتي شواجي مهاراج جي ڪاميابيءَ جو راز انهيءَ ۾ هو ته هو هڪ نڊر، همت وارو، شير دل، سياڻو ۽ دوررانديش مدبر هو.."

بالڪ اجيت اُن وقت دل ۾ چئي رهيو هو، "شل، ايشور مون کي به شير شواجيءَ جهڙو وير، نڊر ديش ڀڳت بڻائي."

ٺيڪ اُن وقت ماستر صاحب ڪلاس ۾ سوال پڇيو، "اجيت، تنهنجو حوصلو ۽ همت ڪنهن جهڙي آهي؟"

اجيت جي وات مان نڪري ويو، "شواجي مهاراج جهڙي. سائين! مان وڏو ٿي فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ ٿو چاهيان. منهنجي ماتا جو به چوڻ آهي ته ڀلي فوج ۾ ڀرتي ٿيءُ"

ننڍڙي اجيت جي وات مان اهڙا اکر ٻڌي ڪلاس ۾ سڀ کلڻ لڳا. پر ماستر اجيت جي پٺي ٺپڙي ٿو ۽ کيس چيو، "پٽ! همت ته عاليشان اٿئي پر اول تون پڙهه ۽ پوءِ سوچجو ته."

اجيت وراڻي ڏني، "سائين، منهنجو پيءُ فوج ۾ آهي. انهيءَ ڪري منهنجي پڻ مرضي آهي ته مان به فوج ۾ ڀرتي ٿيان. ڇا! ٻارن کي فوجي تعليم ڏيڻ لاءِ ڪو اسڪول آهي؟"

ماستر، "ها، اين. سي. سي. (نئشنل ڪيڊيٽ ڪور)

۾ تعليم وٺڻ ۽ پوءِ فوج ۾ ڀرتي ٿيءُ."

ماستر کي ٻالڪ جي ديش ڀڳتيءَ جي وچارن تي بيحد خوشي ٿي.

انهيءَ ڳالهه کي ٽي سال ٿي ويا. اجيت ٻارهين درجي ۾ هو. سندس پتا سرڳواس ٿي ويو هو جنهنڪري اجيت پنهنجي ماتا جو دک سهي نٿي سگهيو.

اجيت اين. سي. سي. جو سرٽيفڪيٽ وٺي هو فوجي دفتر ۾ ويو. کيس رائيفل هلائڻ ايندي هئي. قد بت ۾ به سرس هو، جنهنڪري کيس فوج ۾ ڀرتي ڪيو ويو.

جلد ئي چين پارت تي ڪاهه ڪئي. ديش جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ نوجوان، پيدا، ٻار، استريون دشمن جي مقابلي لاءِ هوشيار ۽ تيار ٿيا.

اجيت جنگي سرحد تي وڃڻ لاءِ منتظر ۽ بيتاب هو. هو چاهي ها ته ٻن ڏينهن جي موڪل وٺي ماتا جو گهر وڃي درشن ڪري ها. پر سنڪٽ ڪال جو اعلان هجي، اهڙي وقت اجيت گهر وڃي پنهنجي ماءُ جي ممتا ۾ پيئي پنهنجي پاونائن کي جاڳائڻ نٿي چاهيو. پهرين مالڪ ڀومي پوءِ ماتا جي ممتا. سندس فوجي سائين کيس سمجهايو ته پهرين گوٺ مان ٿي اچ. اڃان ٻن هفتن کان پوءِ اسانجي ڪمپني (فوجي دستو) نيفا طرف ويندو آهي. پر اجيت ڪونه مڃيو ۽ ڪونه ويو. آخر فوجي دستو روانو ٿيو.

اڄيت جي ننڍڪ سنڌس ڇوٽ پرسان لنگهي. اٿاهه استرپون، ٻار ۽ مرد نوجن ڪني ڏسڻ آيا انهن ۾ اڄيت جي ماءُ به هئي. سنڌس ماءُ اڄيت کي ڏٺو. پر اڄيت جي اکين اڳيان صرف ڀارت ماتا جي تصوير ئي ڦري رهي هئي. ماتا جڏهن پنهنجي پٽ اڄيت کي ڏٺو سنڌس نيڻن مان به آنسون هيٺ ڪريا. ڪنهن ڪي خبر نه آهي آنسون سک جا نڪرندا يا ڏک جا.

نوجن جون ٽرڪون (لاڙيون) لنگهڻ وقت عام ماڻهو پڪارڻ لڳا:-

"واهه اڄيت جي جئه، اڄيت زنده باد، ڀارت ماتا جي جئه."

## ( وشنداس آسراڻي )

( ٻالڪو، توهان پنهنجو پاڻ جاڳو ۽ سڃاڻو. توهان شير شهراجي، مهاراڻا پرتاپ سنگهه، گرو گوبند سنگهه ۽ ويرن جي اولاد آهيو. ٻارو! جنهن ديش ۾ اڄيت جهڙا وير ٻالڪ آهن، بهادر مرد ۽ استريون آهن انهيءَ ملڪ جو وار ونگو هرگز ڪين ٿي سگهي. اي وير جوانو، اٿو جاڳو، بهادري ۽ ويرتا سان دشمن کي ٽوٽا چباهو. ديش بچائي سگهو. چئو "جئه ڀارت ماتا - جئه هند.)



# آه غريبان، قهر خدائي

ڪن ٿورن سالن جي ڳالهه آهي. بابو ڪاليچرن اُتر پرديش ۾ هڪ چڱو چوکو زميندار هو. هن کي زمين، مان ڪافي آمدني هئي. هو پنهنجي ڳوٺ ۾ نه رهي اڪثر ڪري شهر ۾ رهندو هو. هن شهر ۾ هڪ جڳهه جوڙائي هئي، مگر اها ڪجهه ننڍي هئي. سندس مرضي هئي ته جڳهه کي وڏائي وڏو ڪريان ۽ پرسان هڪ باغيچو به رکايان.

هن جي پڙ ۾ هڪ غريب گوالڻ جو گهر هو. ان ڪٽنب جا سڀ ڀاتي مري ويا هئا. فقط هڪ ٻڍي استري ۽ ان جو ۱۲ سالن جو پوٽو حيات هئا، جي ان گهر ۾ رهندا هئا. هوءَ پيٽ گذر ڪندي هئي.

ڪاليچرن هن جي زمين تي قبضو ڪرڻ چاهيو. ٻڍيءَ کي ڪڙڪ پئجي وئي سا هڪ ڏينهن ازخود ڪاليچرن وٽ لنگهي وئي ۽ سندس پيرن تي ڪري کيس ليلائي روئي چيائين ته ”بابو! توهان جي پڙ ۾ رهڻ واري مون غريب ٻڍيءَ ۽ انجي اناٿ ٻچي کي هر پرڪار جي سهائتا ملڻ کپي، ان جي عيوض اوهين اُلٽو منهنجي جهوپڙي به اُجاڙ ڪرڻ ٿا چاهيو، اهو ڪٿي

جو نياءُ آهي؟ ائين مهرباني ڪري نه ڪريو. اوهان کي ايشور سڀ ڪجهه ڏنو آهي، جتي چاهيو اتي اولري زمين خريد ڪري سگهو ٿا. مونکي اتي ئي رهڻ ڏيو، هي منهنجي ابا ڏاڏي جهوپڙي آهي، مان ٻڍي ڪٿي وڃي رلندس ڀٽڪندس، مان هميشه لاءِ توهان کي آسيسائون ڪندي رهندس."

ڪاليچرن جي ڪروڌ جي ڊگري چڙهي ويئي. هن ڪڙڪيدار آواز ۾ چيو ته "اوهين ماڻهو سڌي طرح سڌا ٿيڻ وارا نه آهيو. پر مان ازخود ڪڍڻ وارا نه آهيو. ٺاڻي جا سپاهي جڏهن گهلي ويندا توهان کي ڪيندا تڏهن ئي مڃيندا. تنهنجي جهوپڙيءَ جو بچاءُ ڪجو ته منهنجي جڳهه سا وڌي ٿي ئي نه سگهندي. منهنجي تمنا آهي ته مان نديڙو باغيچو لڳائي شام ۽ صبح ڪلاڪ آسمان هيٺ ويهي مزو ڪري ٿڌي هوا خوري ڪندس سا به پوري ٿي نه سگهندي. ائين هرگز نه ٿيندو. توکي ٥٠-١٠٠ رپيا کپن ته مون کان وٺي وڃ. نه ته پيسا به نه ملندءِ ۽ زمين به ڇڏڻي پوندءِ."

ٻڍي وچاريءَ کي ڏاڍي نراسائي وٺي ويئي ۽ گڏو گڏ کيس غصو به آيو، جو هيئن ناحق ۾ سندس وڏن جي زمين کانئس زور زبردستي سان کسجي رهي هئي. هن دک ۽ غم ڀريئي آواز ۾ چيو ته "بابوجي! ان جو ڦل سٺو نه نڪرندو. ڀڳوان نياءُ ڪاري آهي. مون ٻڍيءَ الاٽ جي

جهوپڙي اجاڙيندين ته، تنهنجو محل به مٽيءَ ۾ ملي مٽي ٿي ويندو. مان وڃان ٿي. روئندس وڃي ڪرشن ڀڳوان جي چرنن ۾، جنهن جو هردو ڪومل آهي. تون ته پٿر جهڙو خود مطلبي آهين....“

اهي اکر ٻڌي ڪاليچرن جو پارو ئي چڙهي ويو. هن چيو ته ”وڏي ڪرشن جي ڀڳتڻ آئي آهي. ڪرشن جڻ ڪو ڪاٺ جو پتلو آهي جنهن کي جيئن تون نچائيندينءَ تيئن نچندو. مان ڪرشن ڀڳوان کي مڃڻ وارو نه آهيان. سپاهي ئي لوڪي هن جهوپڙيءَ مان ٻاهر ڪڍندس. ڏسندس ته تنهنجو ڪرشن ڇا ٿو ڪري؟ وڃ. ٽر منهنجي منهن تان“

ٻڍي ائين چوندي نڪتي ته ”او هرناڪس! تو پرهلاد کي ڇيو هو ته ڪٿي آهي تنهنجو ڀڳوان! مان ان کي نٿو مڃان. انجو ڪهڙو حال ٿيو؟....“

زميندار ڪاليچرن سمرٿ شخص هو. پوليس جا ڪرمچاري سندس هٿ ۾ هئا. هن ٻئي ڏينهن ئي ڏنگ ۽ ڦونگ ڪري پوليس جي مدد سان هن ٻڍيءَ جي اناٿ پوٽي سميت جهوپڙي خالي ڪرائي کين سندن جي گهر مان لوڌي ڪڍيو. ان زمين تي ڪاليچرن پنهنجو قبضو ڪيو.

ٻڍيءَ روئندي چلائيندي آهون پڪارون ڪندي ٻار کي ساڻ وٺي جهوپڙيءَ مان نڪري پري ڪنهن ميدان

۾ وهي اهو ورتو ويو. ڪن شخصن سائين همدردي ظاهر ڪري ڪاليچرن جي انهيءَ ڪرتوت کي نندبو، پر ڪري ڇا ٿي سگهيا؟ ڪي اهڙا هئا جن ٻڍيءَ کي ان انشور جي ڌرتيءَ تي جهوپڙيءَ جي اڏاوت لاءِ ڪجهه مدد جي به آڇ ڪئي. مگر ٻڍيءَ اها بي محنت مايا نه قبولي.

ڪاليچرن جو مڪان نه ٺهي ويو. باغيچو به واهه جو لڳي ويو. پر ٽن ورهين کان پوءِ هو. پي. (اتر پرديش) ۾ اهڙي نه خطرناڪ پليگ اچي پيئي. جنهن ۾ ڪاليچرن جو جوان پٽ ۽ سندس ماءُ نه اماڪ شڪار ٿي ويا. ان موتن جي ڌڪ هٿي ڪاليچرن جا هوش ئي سڪائي ڇڏيا.

هن جو اڀا اهو وقت ٿي نه وسارڻو هو ته اوچتو هڪ پراڻي معاملي ۾ سندس ڪو عداوتي لهڻيدار سندس ڊگري وٺي سندس جاءِ تي جهٽي ڪٽي آيو.

ناظر ۽ بيلف سندس هڪ به نه ٻڌي. سارو نظارو ئي بدلجي ويو.

ڪاليچرن، پٽ، زال ۽ جڳهه وڃائي رستي جو ڪنگال ٿي ويو.

سچ آهي، ”مت ستائو غريب ڪو، غريب رو ڏيگا، سينگا اسڪي مالڪ. تمهي جڙ سي کو ڏينگا! ...

ديپ سنگهه - سي - ماڏڪاڻي (موتي)

# گنگا جل، امرت ڇو؟

گنگا سرڳ جي ندي ۽ پاروتي، شو ڀڳوان جي پتني هڪ ٻئي ۾ ڀينرون ٿين. ٻئي راجا هماون ۽ راڻي مينورما جون ڌيئرون آهن. گنگا کي مائٽن ديوتائن جي ديس ۾ رهڻ لاءِ موڪليو ۽ پاروتيءَ وري ڀڳوان شو سان شادي ڪئي. گنگا هن پرٿويءَ تي ڪيئن آئي تنهن لاءِ رامائڻ ۾ دلچسپ ڪٿا آهي جا هتي ڏجي ٿي.

گنگا کي پرٿويءَ تي آڻڻ وارو وهڪتي راجا ڀاڳيرٿ آهي. هن کي انيڪ سال ڪافي ڪوششون ۽ تپسيائون ڪرڻيون پيون ۽ تنهن بعد ئي هو گنگا کي هن پرٿويءَ تي آڻڻ ۾ سرڦارو ٿيو. ۽ ان ڪري ئي "سهن شيلتا ۽ اٽل ارادي" کي "ڀاڳيرٿ پرتن" ڪري سڏبو آهي. ڇو ته گنگا، ڀاڳيرٿ جي همت سبب ئي هن پرٿويءَ تي آئي. ان ڪري گنگا کي ڀاڳيرٿي ندي ڪري پڻ چئبو آهي.

ڀاڳيرٿ جو پڙڏاڏو راجا ساگر اشوميد گهوڙي جي قرباني يگيه ڪيو هو ۽ ريت پٽاندڙ پنهنجي گهوڙي کي چوطرف بنا روڪ جي ڦرڻ لاءِ موڪليو، ديوتائن جي اڳوان اندر ڀڳوان، ساگر جي مشهوريءَ سبب هن جو حاسد ٿيو هئو، سو ويس بدلي پرٿويءَ تي آيو ۽ گهوڙو

چوري ڪري ويو ۽ اُن کي پاتال ۾. ڪٿي اُن هنڌ اچي ٻڌو جتي ڪپل مني ڌيان ۾ مگن ويٺو هئو.

ساگر جي پٽن کي گهوڙي جي تلاش ۾ موڪليو ويو جيئن هو گهوڙو هٿ ڪري پنهنجي گهراڻي جي سنا جو جهنڊو بلند ڪن. پرٿويءَ تي تلاش ڪرڻ بعد، راجڪمار پاتال ديس ۾ پهتا ۽ گهوڙي کي ڳولهي لڌائون. پرسان رشيءَ کي ويٺل ڏٺائون ته بيوقوفيءَ وچان هنن اهو انومان ڪيو ته رشيءَ ئي راجائي گهوڙي کي ٻڌي رکيو آهي سو هن کي ڏوراپو ڏيڻ لڳا ته هنن جي شور تي رشيءَ جو ڌيان ڀنگ ٿي پيو ۽ هنن ناراضپي وچان اکيون کوليون ته هن جي نظر پوندئي راجڪمار جلي رک جو ڍير ٿي پيا.

جڏهن ساگر جو هڪڙو ئي ٻچيل وارث امسومان (Amsuman) ان هنڌ آيو، ته هو گهوڙو پاڻ سان وٺي ويو پر ڀائرن جي مرڻ هن کي ڏاڍو دک رسايو. ڇو ته هن حالتن هيٺ هنن جو مرڻ ٿيو هيو، انهن ڪارڻ هنجون آتمائون سرڳ ۾ وڃي نه ٿي سگهيون. ڪپل مني هن جي دک تي رحم آڻي هن کي چيو ته هنن جون آتمائون سرڳ ۾ وڃي سگهنديون بشرطيڪ هنن جي ڪريا ڪرم جي رسم گنگا جل سان ڪئي وڃي. اها ڪا سولي ڳالهه نه هئي. ڇو ته گنگا سرڳ ۾ هئي ۽ نڪر

ساهس ساري گنگا کي ڌرتيءَ تي آڻي ۽ پوءِ اُن کي پاتال ۾ موڪلڻ لاءِ پرپتن ڪيو هو.

ساگر جي پُٽ پوٽي ڀاڳيرٿ پنهنجي پورڙن جي مکتيءَ لاءِ گنگا کي پاتال ديش تائين آڻڻ جو اَٽل ارادو ڪيو. هن ان اُديش جي پراپتيءَ لاءِ ڪافي سمي تائين سخت تپسيائون ڪيون ۽ آخر برهما، سرشٽي مان گنگا کي هيٺ موڪلڻ سويڪار ڪيو. گنگا جي لهڻ وقت گنگا جي ڇوهه کي برداشت ڪرڻ ڌرتيءَ لاءِ مشڪل هو. ان ڪري برهما، ڀاڳيرٿ کي صلاح ڏني ته هو شو ڀڳوان جو سهڪار حاصل ڪري جو ئي گنگا جي ان ڇوهه کي وات تي روڪڻ جي قابل آهي.

ڀاڳيرٿ ڀڳوان شو کي پرسن ڪرڻ لاءِ ٻها ڪٺن تپسيا ڪئي جنهن تي شو ڀڳوان اچي ڪيس درشن ڏنو ۽ انجام ڏنو ته هو گنگا جي ڇوهه کي روڪيندو ۽ ڌرتيءَ کي نقصان رسڻ کان بچائيندو. گنگا کي جڏهين اهو پتو پيو، تڏهين هن فيصلو ڪيو ته هوءَ پنهنجي ڇيٽيو ائي کي ٻڌ هيٺ پاتال لوڪ ۾ گهلي وٺي ويندي.

شو کي هن جي من جي ذليل شرارت جي ڄاڻ پئجي وئي. سو هن کي سبق سيکارڻ جو فيصلو ڪيائين. جڏهين گنگا لهڻ سمي شو جي مستڪ تي پهتي ته هن گنگا جي ڌاريءَ کي پنهنجي جٽائن وچ ۾ قيد

ناممڪن بڻجي پيو. ان لاءِ ڀاڳيرٿ، شو ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي ته هو گنگا نديءَ کي ڇوٽڪارو ڏئي. آخر شو ڀڳوان، گنگا نديءَ کي ڇڏيو ته اها ٧ وهڪرن ۾ پرٿوي ڏانهن وهي، گنگا جو پاڻي، ڀڳوان شو سان گڏجڻ سبب پوتر بڻجي پيو.

ان رات سرڳ جي پوتر ندي گنگا پرٿويءَ تي پهتي.

**ليکڪ: سوڪاهي - انوادڪ: "راهي"**



# نه لهي سگهندڙ قرض

هڪ ڏينهن چندر ديو ماءُ کي چيو ته امان تو مونکي ننڍپڻ ۾ ڏاڍين تڪليفن سان پاليو آهي. مان چاهيان ٿو ته اهو ٻار هلڪو ڪريان. جيڪڏهن تنهنجي مرضي هجي ته تنهنجي نالي پنج ڏهه هزار رپيا اناٿن ۽ يتيمن کي دان ڪريان.

ماڻس چيو پٽ اها ڳالهه ڪا پڇڻ جي آهي؟ جيئن تنهنجي مرضي، جيڪا شرڌا ٿيئي سا ڪر. چندر ديو اهو دان ڪري ڇڏيو. ان ڪانپوءِ هن جي من ۾ اها ڳالهه ويهي وئي ته جو ماءُ جو مٿي تي هو سو لهي ويو.

هڪ ڏينهن ماءُ پٽ کي چيو، ته هيڏا پيسا دان ۾ خرچ ڪيا آهن. ٿورو ٻيو به ڪشٽ ڪر. چندر ديو ماءُ کي چيو: جيڪا تنهنجي آگيا هوندي سا اکين تي رکندس.

ماٽس چيو، پٽ منهنجي ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. تندي هوندي تون رات جو مونسان سمهندو هئين هاڻي به تون منهنجو پٽ آهين تنهنڪري منهنجي آگيا مڃي مونسان سمهه. هن ماءُ جي اها ڳالهه قبول ڪئي.

آڌيءَ رات جو ماٽس اٿي ڪڙي تي ٿورو پاڻي پٽ جي مٿان هاريو ۽ ٿڌ جي منڊ هئي. چندر ديو جاڳي پيو. ماٽس چيو پٽ معاف ڪر، ٻال ڪان ٿورو پاڻي ڪري پيو. چندر ديو وري سمهي پيو. جڏهن گهري ننڊ اچي ويس ته ماٽس وري پاڻي هاريو ۽ هو اٿيو ۽ گهبرائجي ويو ۽ ماٽس وري به چيو معاف ڪر ٻال کان پاڻي هارجي پيو آهي ڪلاڪ به ٻيو گذريو ته وري ماٽس ٿورو پترو چيٽو ڪٽي هن تي هاريو تنهن تي چندر ديو ڪروڌ سان اٿي ڪڙو ٿيو ۽ رڙ ڪري چوڻ لڳو، "سمهڻ به ڏينديءَ يا نه؟"

ماٽس چيو، بس اهترو ئي ڏرج هيڻ. هڪ رات ۾ تنگ ٿي وئين. ٻه دفعا پاڻي هاريو آهي پر تون نه ڪيڏا دفعا پيشاب ڪري ڏيندو هئين.

مون هڪ دفعو ئي چيٽو رکيو آهي. تون مٽندو هئين

ته سڀ ڪپڙ آلا ڪري ڇڏيندو هئين، آلا ٿيڻ ڪارڻ تون جلد اُٿي ڪڙو ٿيندو هئين مان توکي سڪي پاسي ڪري سمهاريندي هئيس ۽ پاڻ آلي جاءِ تي سمهندي هئيس ۽ جڏهين وري ٻئين پاسي کان آلو ڪري ڇڏيندو هئين ته وري توکي پنهنجي ڇاتيءَ تي ڪري سمهاريندي هئيس. هڪ رات لاءِ نه پر ٽن سالن تائين ائين ٿي ٿيندو رهيو. تو سمجهيو ته ڪجهه رپين ڏان ڪرڻ سان تو بار لاهي ڇڏيو. چندر ڏيو ماءُ جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ چيو، "اَمڙ مونکان ڀُل ٿي. هاڻي مان سمجهان ٿو ته تو منهنجي لاءِ ڪيڏيون نه تڪليفون سٺيون آهن. مان ڪنهن به رت اهو قرض لاهي نٿو سگهان"

جيڪڏهن اسان ٿورو ئي ويچار ڪريون ته پتو پوندو ته ماتا پتا ننڍپڻ ۾ اسان جي ڪيڏي نه شيوا ڪئي آهي. جڏهن اسين بيمار ٿي پوندا هواسين ۽ اسان کي ننڊ ڪانه ايندي هئي ته هو سڄي رات جاڳندا رهندا هئا ۽ ڊاڪٽرن جي گهر ڊوڙندا ويندا هئا. جيستائين اسين ٺيڪ نه ٿيندا هئاسين تيستائين هڪ ڇڻ به سُک ۾ ساهه ڪونه هوندو هئو. سڀني کان اسانجي لاءِ نرم هنڌ هوندو هو. ۽ سڀ کان اسان لاءِ سٺو کاڌو. ڪڏهين رسون ته ڪلاڪن جا ڪلاڪ پرچائڻ ۾ لڳائي ڇڏين ڪڏهن ڪا سزا ڏنائون ته پوءِ ڏک ڪندا رهن ۽ پيا پرچائن ۽ خوش ڪن، سندن هر ڳالهه پياري هئي، اسان جي

سک ۾ هنن کي سک ۽ دک ۾ هنن کي دک ٿيندو هو. اسان جو ڌرم آهي ته پرمالما کانپوءِ ٻيو نمبر ماتا پتا کي پوڄا ڪرڻ جي لائق سمجهون. ساڻن عزت سان ڳالهايون ۽ کين پرسن رکڻ جي ڪوشش ڪريون. ڪڏهن هنن جي آگيا جو اُلنگهن نه ڪريون، جيئن اسان کي انهن پالي آهي ۽ سک ڏنا آهن. تيئن اسان به کين سک ڏيون. رامائڻ ۾ لکيل آهي ته جي ماڻهو ماتا پتا کي پنهنجي پرانن جي سمان پيار ڪري ٿو انهن کي هر پرڪار جو جس ملي ٿو. رامچندر پيءُ جي آگيا پالڻ لاءِ بنواس قبول ڪيو. هو سمجهندو هو ته ڪنهن به پٽ کي شرڌا جي ڪشٽ کان ڊڄي ڪري ڪڏهن به ماءُ پيءُ کي انڪار نه ڪرڻ گهرجي.

## سنڌيڪار: شريمتي اندرا اشوڪ ڪشورآڻي

”ٻالڪو ماتا جا ٿورا ڪير لاهي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري اوهين ماتا پتا جي دل و جان سان سيوا ڪندا رهندا اچو.“



# اجا دهلي دور آهي

دهليءَ ۾ جڏهن تغلق گهراڻي جو بادشاه غياث الدين جو راڄ هو ان سمي دهليءَ ۾ ڪيترا هندو مسلمان فقير هوندا هئا جن مان هڪڙي جو نالو بابا سلطان هو. هي فقير راڳ سرود ۽ سماع جو شائق هو ۽ ڏينهن رات سندس آستان تي ڳانو پيو ٿيندو هو. بادشاه کي جڏهن اِنهيءَ ڳالهه جي خبر پيئي تڏهن ڪيس ڳائي بجائي جي منع ڪيائين مگر هن ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. غياث الدين کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ خيال ڪيائين ته هن فقير کي شهر نيڪالي ڏجي، مگر اوچتو ئي اوچتو راجنيتي معاملن وڏو ڦيرو کاڌو ۽ بنگال ۾ بلوو مچي ويو. فساد کي مٽائڻ لاءِ بادشاه کي دهلي کان وڃڻ جي تياري ڪرڻي پيئي تڏهن رواني ٿيڻ کان اڳ بابا سلطانا ڏي حڪم ڪيائين ته منهنجي اچڻ کان اڳ تون دهلي ڇڏي وڃ جڏهن سپاهي بادشاه جو فرمان کڻي فقير وٽ پهتو تڏهن هن ڪاغذ پڙهي جواب ڏنو ته بابا ”هنوز دهلي دور است“ (اجا دهلي دور آهي) بادشاه هتي اچڻ تڏهين ڏٺو ويندو.

موٽڻ وقت بادشاه جڏهين بهار پرڳڻي مان لنگهي

رهيو هو تڏهين وري چوائي موڪليائين ته فقير کي چئو ته دهلي ڇڏي وڃي. حڪم ملڻ تي فقير وري به وراڻيو ته دهلي دور آهي جڏهين بادشاهه جونپور پهتو تڏهين هڪ دفعو وري به فقير کي خط لکيائين ته چڱا مڙس شهر خالي ڪري وڃ. مگر وري به فقير ساڳيو سر آلاپيو ته اڃا دهلي دور آهي. اهڙي قدر جو بادشاهه اچي دهليءَ کي ڇهن ميلن جي ويجهو پهچي پنهنجا تنبو کوڙيا جتي سندس پٽ جوناخان (جو عام طرح محمد تغلق جي نالي سان مشهور آهي) جي طرفان سندس دعوت جو انتظار ڪيو ويو هو.

بادشاهه پڇيو ته ٻابا سلطان دهلي مان نڪري ويو يا نه. جواب مليس ته جيئندا فقلا هو چوي پيو ته ”اڃا دهلي دور آهي.“ بادشاهه ٽپي باهه ٿي چيو ته چڱو مان پاڻيهي الهيءَ ڳالهه کي ڏسي وٺندس. پوءِ هڪڙو سخت فرمان فقير ڏي موڪليائين ته دهلي ڇڏي وڃ نه ته دهليءَ ۾ پهچي ڏاڍي ڪار ڪندوسانءِ. مگر فقير وري به مرڪي آکيو ته اڃا دهلي دور آهي.

چوندا آهن ته ٻڌي جي من ۾ هڪڙي ته صاحب جي من ۾ ٻي. نه ڄاڻ بادشاه جو ڪو اَن جل دنيا مان کڄي چڪو هو سو جنهن لمحي ۾ بادشاه جي دعوت جو بندوبست ڪيل هو، اهو ٽٻو اچي بادشاه جي مٿان ڪريو. هو ته دهليءَ ۾ پهچي فقير جي سيج پچائڻ

وارو هو. مگر افسوس جو سندس سيڄ ڏهاڙي ڦهڪي ڪان اڳيئي ڪجهي ويئي. اهڙيءَ وقت ونئي اها چوڻي عام ٿي ويئي آهي ”اڃا ڏهاڙي دور آهي.“

( ٽي. آر. آنڊواڻي )

”هندو ٻيءَ جي ٻـرائيءَ لاءِ ڪيترو ٻـ سڻاءُ سٽي، ڇيلو هلائي، ڪڏ ڪوني ٻـر اڳڻي جو وار ٻه ونـگيو ڪين ٿيندو آ. اوس اهو ئي ٿيندو آ جيڪو منظور مالڪ کي هوندو آ.“



## هٺ ڦاڙ ۽ هٺيلو اِنسان

راجستان ۾ هڪ ڪمل سنگهه نالي راجا هو. هن جي رياست جيتوڻيڪ ننڍي هئي پر اُها سائي سنائي ۽ سرسبز هئي. هن جي چاهنا هئي تہ سندس رياست وڌندي رهي. تنهن لاءِ هن هڪ طاقتور ۽ وڏو لشڪر ٻاڌ وٺ رکيو. جلد ئي سندس شان مان ۽ رياست وڌنـدي رهي. ساڳيءَ وقت هـو هڪ هٺيلو، مغرور، بيوقوف، بيهودو ۽ وڏائي خور ۽ وڏو هٺ ڦاڙ ٿي پيو. اجايو سجايو خرچ ڪندو هو.

هڪ ڏينهن ڪي واپاري سندس دربـار ۾ آيا. هو

ڪيسر جا وڏا واپاري هئا. هنن وڏي انـداز ۾ آنڊل اها ڪيسر راجا کي وڪڻڻ ٿي چاهي. راجـا وڏائي ۽ شاهوڪاري ڏيکارڻ جي خيال کان، گهرج نه هوندي به، انهيءَ مهانگي ڪيسر جو سارو اسٽاڪ کائڻ ورتـو. ان بعد وڌيڪ وڏائي ۽ شاهوڪاري ڏيکارڻ جي خيال کان، حڪم ڏنائين ته اها ڪيسر رستي تـي ڦٽي ڪئي وڃي جيئن جنهن کي وڻي اها هو کڻي.

لڪشمي ديـويءَ ( ڌن دولت ڏيندڙ ) کي راجا جي اها بيهودي، بيوقوفي ۽ مغروريءَ واري ڳالهه اصل ڪين وڻي. هـن سمجهيو تـه اهو سندس اپمان آهي. جڏهن ڪنهن تي لڪشمي ديـوي پرسن ٿيندي آهي تڏهن ئي ان کي ڌن دولت ڏيئي مالا مال ڪندي آهي. پر جڏهن ڪو شخص فضول ۽ اجايو سجايو پئسو ائين ئي وڃائيندو يا لٽائيندو آهي ته لڪشمي ديوي مٿس نـاراض ٿيندي آهي ۽ پوءِ اُن شخص کـي ڪنگال ٿيڻ ۾ دير ئي ڪونه پوندي آهي.

چوندا آهن ته جڏهن ڪنهن وٽـان لڪشمي ويندي آهي ته ان کان اڳ لڇڻ ويندا آهن. هن راجا سان بـه اها ڪار ٿي. هو جوئا کيڏڻ لڳو. جوئا اهڙي ته کيڏڻ لڳو جو هن جوئا ۾ نه فقط پنهنجي مال ملڪيت وڃائي پر ان سان گڏ پنهنجي راڻي به وڃائي ڇڏي. هو صفا ڪنگال ٿي پيو. هو ڏاڍو بـي حال ۽ شرمسار ٿيو. هو

پنهنجي بادشاهيءَ مان، ذري گهٽ، فقير بڻجي ٻيءَ رياست ڏانهن پيٽ گذران لاءِ روانو ٿيو. هن سان گڏ سندس زال، پٽ ۽ نونهن به هئي. هو ڀُريل دل سان، رکي سکي روٽي کائي ڪي ڏينهن هلندا هليا.

آخر اچي ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ پهتا.

هنن اتي اچي رهي پنهنجي قسمت آزمائڻ ٿي چاهي. هو هڪ ننڍي جهوپڙيءَ ۾ شهر جي ٻاهران رهڻ لڳا.

راجا ۽ سندس پٽ مزوري ڪرڻ لڳا هو رستي تي پٿر ڀڃڻ، ڪٽڻ ۽ ٻاٽي ڍوئڻ لڳا.

شل نه ڪنهنجي اهڙي قسمت ٿئي. ڪٿي راجائي ۽ ڪٿي مزوري. واه ڙي قسمت تنهنجا کيل.

وري به راجا جي نونهن سڀاجهي، سياڻي ۽ دورانديش هئي. هوءَ رب جي رضا تي راضي رهڻ لڳي ۽ ٻين کي به آٿت ڏيڻ لڳي.

هن هڪ ڏينهن پنهنجي پتي ۽ سهري کي چيو، "روز جيڪو ملندو اٿوَ اهو ته گهر کڻي اچو پر ٻيو به جيڪو لوهان کي وٽي سو گهر آڻيندا ڪريو." هو گهر ۾ ڪجهه نه ڪجهه کڻي ايندا هئا.

هڪ ڏينهن هنجي گهوٽ کي رستي ۾ مئل نانگ ڏسڻ ۾ آيو. هن خيال ڪيو ته اڄ گهر اهو ئي ٿو کڻي وڃان، ڏسان ته پتني اللہ ڇا ٿي چوي؟ هوُ نانگ کي

پنج کان وٺي، گهر کڻي آيو.

سندس ڌرمپتنيءَ هن کان نانگ وٺي، جهوپڙيءَ جي ڇت تي ڦٽو ڪيو.

ٻئي ڏينهن شام جو پيءُ پٽ جڏهن گهر واپس اچي رهيا هئا تہ هن شهر ۾ ڏاڍو چوٻولو ٻڌو. هن هڪ شخص کان ان جو ڪارڻ پڇيو.

اُنهيءَ شخص وراڻيءَ ۾ چيو، " اوهان کي خبر ڪانهي؟" "اڄ صبح جو راڻيءَ جو هڪ قيمتي هار گم ٿي ويو آهي. هن پنهنجو هار دريءَ تي لاهي رکيو هو تہ اتري ۾ هڪ سرڻ (پکي) اهو هار کڻي هلي ويو. هاڻ بادشاه جو اعلان آهي تہ جيڪو بہ شخص اهو هار هٿ ڪري ڏيندو تہ ان کي چڱو چوکو انعام ڏنو ويندو."

پيءُ پٽ گهر آيا. نوجوان پنهنجي پتنيءَ کي راڻيءَ جي هار ۽ انعام جي ڳالهہ ڪئي.

عورت، "اهو هار راڻيءَ جو آهي! اهو تہ مون وٽ آهي." هن جي منهن تي مشڪ ۽ اندر ۾ خوشي هئي.

هن عجب مان رڙ ڪندي چيو، "اهو تو وٽ آهي؟ اهو توکي ڪيئن مليو؟"

عورت، "مان چوان ٿي تہ راڻيءَ جو هار مون وٽ آهي. وڌيڪ مان ڪجهہ ڪين ٻڌائيندس. اوهان صرف اهو ڪم ڪريو تہ جلد وڃي بادشاه کان پڇي اچو تہ

ان لاءِ انعام ڇا ڏنو ويندو.“

نوجوان محلات ڏانهن ڀڄو ۽ وزيرن کان پڇا ڪيائين ته انهيءَ هار لاءِ ڇا انعام ملندو؟“

وزيرن کيس خبر ڪانه هئي سو هن بادشاهه کان پڇا ڪئي.

بادشاهه کين چيو ته انهيءَ هار آڻيندڙ کي من گهريو انعام ڏنو ويندو يا وڏيڪ جيڪي هن کي کپي سو ڏبو.

نوجوان واپس گهر اچي عورت سان اها ڳالهه ڪئي. عورت، ”ته، پوءِ ٺيڪ آ. انسان کي وقت وڃائڻ نه گهرجي. بادشاهه وٽ جلد ئي هلڻ گهرجي.“

عورت ۽ نوجوان محل ۾ بادشاهه ۽ راڻيءَ سان مليا. عورت اهو هار باعزت راڻيءَ کي ڏنو.

عورت، ”جهان پناهه! اهو ساڳيو هار آهي جيڪو اوهان جو گم ٿيل آهي؟“

راڻي بيحد خوش ٿيندي چيو، ”ها، ها، اهو ساڳيو ئي هار آهي. پر اهو لوڪي هٿ ڪيئن آيو؟“

عورت، ”حضور! اڄ صبح جو مان پنهنجي جهوپڙيءَ جي ڀرسان ٻاهر ويٺي هئس. هڪ سرڻ آئي ۽ اچي الي وئي. هن کي چهنب ۾ هار هو. هن آئي هڪ مٺل ناڳ ڏنو. هن هار ڦٽي ڪري، ناڳ کي چهنب ۾ کڻي اڏامي وئي.“

راڻي، "آءٌ ڪيترو نه خوش نصيب آهيان. مون سمجهيو هو ته وڃايل هار وري نه هٿ ايندو. هاڻ مونکي اهو ٻڌاءِ ته خوشيءَ ۾ مان توکي ڪهڙو انعام ڏيان؟ گهر جيڪي گهرڻو هجي. اسان توهان جا ٿورائتا آهيون."

عورت، "حضور! مونکي نه تن، دولت، نه ڪا زمين جاءِ کپي. اگر اوهان هر ڀيرو ڪجهه ڏيڻ چاهيو ٿا ته ڪريا ڪري منهنجي هڪ عرض قبول ڪيو."

راڻي، "ها، ها، ڇو نه اها ڪهڙي ڳالهه آهي!"

عورت، "حضور، اها ڳالهه هيءَ آهي ته هاڻ ڏياري ويجهي آهي. شهر ۾ ڍنڍورو ڏياريو وڃي ته ڏياريءَ ڏينهن گهر ۾ ڪوبه روشني يا ڏيئو ڪونه ٻاري. اگر ڪنهن کي ڏيئا ٻارڻا آهن ته اهي اچي اسانجي جهوپڙيءَ ٻاهران ٻاري."

بادشاهه ۽ راڻي اها ڳالهه ۽ شرط ٻڌي عجب ۾ اچي ويا. هنن کي اها ڳالهه پسند ڪونه هئي ته ڏياريءَ ڏينهن گهر ۾ ڪوبه روشني نه ڪري. پر هو انجام ڏيئي چڪا هئا ته سندن ڳالهه قبول ڪئي ويندي.

آخر هنن وري به ڪين ٻڪ ڏني. بادشاهه شهر ۾ ڍنڍورو ڏياريو ته "ڏياريءَ ڏينهن گهرن ۾ روشني ڪوبه ڪونه ڪري ۽ هرڪو فلاڻي جهوپڙيءَ وٽ ڏيئو ٻاري اچي!"

ٿورن ڏينهن بعد جڏهن ڏياري آئي ته بادشاهه جي

حڪم موجب شهر ۾ ٻيو ڪٿي به، ڪا به روشني ڪانه
ڪئي وئي پر صرف هن جي جهوپڙيءَ اندر ۽ ٻاهر
ڏيئن جي جهرمر هئي."

ڏياري ڏينهن لڪشمي ديوي شهر ۾ آئي. جڏهن
هن ڏٺو ته ساري شهر ۾ ڪٿي به روشني ڪانهي، تڏهن
هوءَ نراس ٿي شهر مان وڃڻ لڳي هئي. اوچتو هن جي
نظر جهوپڙيءَ تي پيئي. هوءَ اوڏانهن يڪدم وئي پر
وڏي اچرج ۾ اچي وئي جڏهن لڪشميءَ ديويءَ ڏٺو ته
ان جهوپڙيءَ ٻاهران هڪ عورت (راجا جي نونهن) در
وٽ ويٺي کيس اندر وڃڻ کان روڪي رهي هئي.

لڪشمي ديويءَ پڇيو، "آخر مون کي تون روڪي
ڇو رهي آهين، توکي ته اُلٽو مون کي ڏسي خوش
ٿيڻ کپي جو مان ڇم ڇم ڪندي تو وٽ آئي آهيان ۽
هت آسيس ڪرڻ آئي آهيان."

عورت، "آءٌ توکي اندر وڃڻ ڇو ڏيان؟ تون ئي آهين
جنهن اسان کي هن دردشا ۾ وڌو آهي. توکي اسان تي
ڪو ٿياس ڪونه ٿو اچي. تون اسان تي نراس آهين.
ان هوندي به توکي اندر وڃڻ ڏيان؟"

لڪشمي ديوي، "آئي آهيان سو راس مون کي هتي
ئي رهڻ ڏي ڇاڪاڻ ته هت روشني ۽ صفائي آهي."

عورت، "ديوي! توکي اندر ضرور اچڻ ڏينديس پر
ان لاءِ منهنجو هڪ شرط آهي."

لڪشمي، ”اهو ڪهڙو شرط آهي؟“

عورت، ”ديوي! شرط اهو آهي ته تون اسان لاءِ اهڙي دعا ڪر جو اسان کي اڳيون مان مرتبو شان شوڪت، ڌن دولت ۽ راڄائي واپس ملي.“

لڪشمي ديويءَ سندس سيا ٽپ لاءِ پرسن ٿيندي شرط قبول ڪيو.

لڪشمي ديويءَ وچڙ وقت ڪمل سنگهه جي ڪٽنب مٿان آسيس ڪندي وئي. ڏسو قدرت جو ڪمال جو ٻئي ڏينهن صبوح سان جهوپڙي هيرن، جواهرن ۽ سون سان ڀرپور هئي.

ڪمل سنگهه پنهنجي زال، پٽ ۽ نونهن سميت پنهنجي شهر ڏانهن واپس ويو.

هن پنهنجي راڄائي ڳروي رکي هئي. اڪيچار ڌن دولت ڏئي اها ڇڏائي.

(انوادڪ: وشنداس آسراڻي)

( ٻارو، جوئا ۽ بدافعالن کان پاسو ڪريو ۽ همت ڇڏڻ نه ٿيو. ڏسو ڪهڙو نه راجا جو برو حال ٿيو. وري به پنهنجي سياٽپ ڪري اڳي ويو.)



# نوانوي جو چڪر

هڪ غريب شخص پنهنجي ڪٽنب سان جهوپڙيءَ ۾ رهندو هو. جيون مزي ۾ پئي ڪاٽيائين. پنهنجي پگهر جي پورهئي سان ڏينهن ڪمائيندو هو ۽ رات کائيندو هو، تنهن لئي هو راضي رهندو هو. محنتي ۽ ايماندار هو ۽ دنيا جي ڪابه لالچ ڪانه هيس.

پاڙي ۾ هڪ تمام شاهوڪار رهندو هوس، جنهن مايا جي موهه ڪري هميشه ڳڻتيءَ ۾ نظر ايندو هو. ڪيئين دان پن ڪندو هو پر ان هوندي به سندس من اشانت رهندو هو. هڪ دفعي هڪ سنياسي هن جي گهر وٽان لنگهائو ٿيو. هن سنياسيءَ سان دل جو حال اوريو. مهاتما وراڻيس ته تنهنجي من ۾ هن مايا وچاس ڪيو آهي جنهن ڪري تون اُبتا سبتا خيال ٿو پچائين. پنهنجي پاڙيسريءَ کي ڏس جو جيڪي ڪمائي سو کائي. سندس گهرجون به ڪمائيءَ کان محدود آهن ۽ تمام خوش ٿو گذاري.

شاهوڪار سنياسيءَ جي وچن جي پرک وٺڻ چاهي. هن رات جو ان غريب جي گهر اڳيان ناڻي جي ڳوٿري رکي آيو. صبوح ٿيو ته غريب جي زال جيئن پاڻي ڪڍڻ

لاءِ ٻاهر ٿـي ويئي ۽ در ڪرليائين تـه اها ڳوٿري کول ڏنائين. اندر ڪٿي اچي ڪولي ڏسي تـه مڇڇس روپيه پيا آهن. هڪ ٻه ڪري ڳڻڻ ويٺي تـه پورا نوانوي. خوش ٿي وڃي گهوٽ کـي اٿاريـائين ۽ پيرائتي ڳالهه ڪري ٻڌايائينس.

غريب، جنهن اهڙا پيسا ڪڏهن نه ڏٺا هئا، چوڻ لڳو تـه پورا سؤ ٻه ڪونهن!

ٻئي ڏهاڙي شاهوڪار ڏٺـو تـه ان غريب جي گهر، جتي هميشه ڪل خوشي لڳي پيئي هوندي هئي، اڄ شانتي ڇانئي پيئي هئي. ٽئين ڏهاڙي ٻه ساڳيو حال هو. اهو شاهوڪار ۽ سنياسي ان غريب جي گهر ويا، هنن کانئن شانتيءَ جو ڪارڻ پڇيو؟

پڇيائين تـه غريب سچي ٿي نـه ڪئي، پر پوءِ گهٽي چوڻ تي غريب جـي زال ورائيو: هيءَ اڳـه جيڪو ڪمائيندو هو تنهن مان ٿي پيو پورائو ڪندو هو، ۽ ٻئي ڏينهن لاءِ رکڻ جو ڪو خيال ڪونه ڪندو هو، سو اسانکي وڏو سنتوش هو. پر هڪ ڏهاڙي مون هڪ ٿيلهي پئسن جي لڌي جنهن ۾ نوانوي روپيه ملهيا. لڌي کان جيڪي هيءَ ڪمائي ٿو ان مان ڪجهه بچائيندو آهيون جيئن اهي نوانوي روپيه سؤ ٿين. بس ان فڪر ۾ ڪڏهن پاڇي ڪانهي تـه ڪڏهين اڌ روٽي. بس ان ڪري ٿي ٻه ڏهاڙا ٻنا خوشيءَ جي گذاريا آهن.

سنياسيءَ شاهوڪار کي چيو ته ڏس هڪ رپئي جي ڏنڊ ڪرڻ ۾ هن، غريب جي ٻن ڏهاڙن جي خوشي هلي وئي سو توکي هيترا رپيا ڏنڊ ڪرڻ ۾ ڪيتري نه خوشي وڃائڻي پئي هوندي! 

( پئسو ٻاهران ڏسڻ وٽ لاءِ ضروري آهي پر پئسو سڀني سکن جو هڪ علاج ڪونهي. جيڪي پئسي جي چڪر اچي ديواني وانگر پئسي پٺيان پون ٿا انهن لاءِ پئسو حيراني ۽ پريشانيءَ کانسواءِ ڪجهه به ڪونهي. انسان جو لالچي سڀاءُ آهي. ڏهون پوءِ ڏهن وڌيڪ ڪمائڻ لاءِ لالچ ڪندو. ان لاءِ هن کي ڪيترا ڪرڙ ڪپت به ڪرڻا پون ٿا. پر پئسو ڪنهن جو سنگي ساٿي ڪونه ٿي هلندو. پئسو ڪماءِ پر ڪنهن سان ٺڳي دولاب نه ڪر ورنه اهو پئسو توکي نانگ وانگر ڏنگيندو )




ڇپيندڙ:- ايشورداس [illegible]، ”راڄو پرنٽرس“
اسٽيشن روڊ، الهاسنگر-٣ ۾ ڇپيو.

۽

ڇپائيندڙ:- شوپا وي. آسراڻي، ٤٢٧ شهاڻي ڪالوني،
ملنڊ (اوڀر) بمبئي - ٤٠٠٠٨١

کلي ويو نئون هن عاليشان، هڪ ان ۾

# ڀڳت تاراچند هوٽل

ڀڳت نواس، 154-156، ڪالباديوي روڊ،
ڪاٽن ايڪسچينج جي سامهون، بمبئي-٢.

# HOTEL BHAGAT TARACHAND

CITY'S DECENT LODGE,
154-156, BHAGAT NIVAS, KALBADEVI,
OPP. COTTON EXCHANGE, BOMBAY-2.

Phone: 322695-325483

* سنگل ڊبل رومس
* ٢٤ ڪلاڪ پاڻي
* واجبي اگهه
* مارڪيٽ کان ان مٿن جو ڀت عمدو واهه مدبل
* ڪلام آلاپ ۽ سنگيت
* عاليشان سروس

اسين پنهنجي سهاڪن، واپاري دوستن، مائٽن کي نيند تا ڏيون ته اچي دوشن ڏان.

شهوا ۾: گوپالداس تاراچند — هوند راج راڌومل
رزرويشن لاءِ فون ڪريو: 322695-325483
ويشنو رانيس پليٽ پڻ ملي سگهندي.

ڀڳت تاراچند هوٽل    راڌومل ڀڳت تاراچند هوٽل
٥١-٥٣، زويري بزار، بمبئي-٢.    ٦١-٦٣، زويري بزار، بمبئي-٢.

اوهانجي اچڻ تي اوهانجو آدرستڪار ڪيو ويندو

هميشه کائو

سڄي ڀارت ۾ مشهور

آرڀــم

आर्या की

मिल्को चॉकलेट






गुद्ध दूध से बनी,
स्वादिष्ट पौष्टिक,
मीठी व जायकेदार



आर्य कन्फेक्शनरी वर्क्स इन्दौर

گلوڪوز ۽ ٻيا

لذيذ بسڪيٽ

پستا، ٽافيون

چاڪليٽ ۽ ڪنفيڪشنري

کائڻ ۾ سوادي ۽

شڪتي ڏيندڙ جن سان

سهڻي پئڪنگ ۾

هر هنڌ ملي سگهندا.

# آريه ڪنفيڪشنري ورڪس

ڪارخانو: انڊسٽريل ايسٽيٽ اندور فون: 34626

شو روم: سيا گنج اندور فون: 33341

گهر: 33416

ٺ پاريءَ جون گراهڪن ۽ مترن کي

لک لک واڌايون

# NANUMAL BHOJRAJ

# نانو مل ڀوڄراج

Res. 374051 Fac. 347845 Shop 348297 / 329919

ڄڄ پيوئر گيهه جون مٺايون: پيوئر ويشنو کاڌو

سنبوسن جا سپلائرس

٦، ڪامرشل چيمبرس، مسجد بندر روڊ، جنڪشن

بمبئي - ٤٠٠٠٠٣